23.2.1984

اسين پنهنجي ديس سان پيار ٿا ڪريون، ان ڪري ان کي آزاد ڏسڻ ٿا گهرون. اسين پنهنجي وطن سان پيار ٿا ڪريون، ان ڪري، وطن جي گهٽائيءَ وارن محڪوم ماڻهن جي، آزاديءَ لاءِ، وڙهي رهيا آهيون.*

جولس فوچڪ

ٽائيٽل ڊزائين: عبدالرسول
سنڌيڪار : نورخان

ڇپيندڙ : لاهوت آرٽ پرنٽرز هوم اسٽيڊ هال، چاڙهي
حيدرآباد (سنڌ).

ڇپائيندڙ : علي نواز گهانگهرو

سال : اڻويهه سؤ چوراسيءَ جو فيبروري مهينو

ڳاڻيٽو : هڪ هزار

**قيمت : ويهه رو**

# پنهنجي پاران

نازيت: جنهن جي نالي سان، ويهين صديءَ جي چوٿين ڏهاڪي کان، ظلم، دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾، ڄاتو سڃاتو ٿو وڃي، ان نازين جي مشينريءَ جا پرزا، نازي آفيسر، جيڪي انساني وجودن کي ڏنڀ ڏئي، پاڻ وندرائيندا هيا، جن لاءِ انساني جسمن کي عذاب ڏيڻ جڻ ڪا وندر هوندي هئي ۽ سي. آءِ. ڊي وارن جو ڪم، رڳو سڄاڳ نگاهن وارن، عوام دوست ماڻهن جا پيرا نوسڻ هوندو هو. ان دؤر ۾ جڏهن نازي حاڪم ڏولن جي لانئڙين جي، عوام دوست ماڻهن جي وک وک تي ڪرڙي نظر هوندي هئي؛ انهن ئي نازيت جي اوج وارن ڏينهن ۾، هڪ چيڪ قوم جي سورهيه ۽ سچيءَ دنيا جي مظلومن جي جگري دوست جولس فوچڪ، جنهن جي عمل کان نازيت جو ڊپ، اصل ۾ عوام جي اٿندڙ لهر کان ڊپ هيو. جيڪو فوچڪ ۽ هن جهڙن ٻين عوام دوست انقلابي اڳواڻن جي عمل جو نتيجو هيو. تن مڙني، عوام دوست انقلابين کي، نازي، ڳولي لهڻ ۾ ۽ گرفتار ڪرڻ ۾ ته، ڪامياب ٿي ويا، پر انهن مٿان نازيت پاران جيڪي، ظلم ڪيا ويا. هن ڪتاب ۾ اهي ظلم جون لنگ ڪانڊاريندڙ وارداتون پڙهي، جن ۾ نازيت بي درديءَ ۽ ظلم جا سڀ ليڪا لتاڙي ڇڏيا

هيا. پر ان سان گڏ، انهن اجگر جيڏي ارادي ڏٺين، عوام دوست اڳواڻن جن مثان، نازيت اهي ظلم ڪيا. تن جي مقصد سان سچائي ۽ سهپ ۽ موت جي منهن ۾ هوندي به مقصد لاءِ سندن پراميد، تاثر پڙهي ڪين لاءِ ذهن ۾ رحم جو جذبو جاڳڻ بجاءِ، هر ڪاهل ۽ ڊيڄو ماڻهوءَ جو ضمير جاڳي ٿو پوي.

جسم جي هر نس ۾، رت جي بجاءِ، عوام دوست ۽ انقلابي جذبا، ڊوڙڻ ٿا لڳن.

انهن عوام دوست اڳواڻن مان جيڪي نازي ٽارچر سيان ۾ سڙي پري رهيا هئا ۽ نازي جيلن ۾ پنهنجي پنهنجي موت جو بنا ڪنهن ڪنڪي جي انتظار ڪري رهيا هيا، تن سان وري فوچڪ جي حيثيت، مڙني ڪان مثاعين هئي. هن (توڙي پين سيني ترقي پسندن) هڪ ترقي پسند، عملي انقلابي هئڻ جي ناتي، ظلم جي اڳيان جهڪڻ يا ظلم جي هوندي، چپ رهڻ بجاءِ، ذهني طور پنهنجي وجود ڪان ڪنجي، پنهنجي مقصد سان سچائي پئي ڏيکاري، هن آخري گهڙيءَ تائين باڻ ۾ ڪام لچڪ نہ آندي، تان جو ڪيس جي مقصد سان سچائيءَ اڳيان، نازيت هٿيار ڦٽا ڪيا.

هن سورهيه جي مقصد سان سچائي ڪي اڻ سڌيءَ سلاسيءَ طور، ڪيس ڦاسيءَ چاڙهي، نازيت نہ رڳو فوچڪ جي مقصد سان سچائيءَ ۽ هن جي انقلابي جذبي هٿان شڪست کاڌي، پر ان ڪان ڪجهہ پوءِ فوچڪ جي

مقصد هٿان پڻ، نازيت ذلت واري شڪست کاڌي. فوچڪ جي ڏينهن، توڙي نازيت جي جهر گهر ۾ پڻ، عوام دوست طبقن جي مستقل سوپ ٿي ۽ نازيت سري ڪپي وئي- فوچڪ جو اهو مقصد لڳاتار سوڀون ماڻيندو رهيو. اڄ فوچڪ ناهي پر فوچڪ جا اربين ساٿي سوڀون ماڻي چڪا آهن ۽ باقي رهيا ڪهيا به پنڌ ۾ آهن.

۽ فوچڪ جيڪو: پنهنجي مقصد کي جيئري رکڻ لاءِ ڦاسي چڙهي ويو. سو توهان اسان سڀني جي دلين ۾ جيئرو جاڳندو ويٺو آهي. پنهنجي مقصد جي جيئري ڄجڻ واري صورت ۾، ۽ هيءَ انسورهه سورميءَ جي، جيل جي ڦاسيءَ گهاٽ ۾ گهاريل انهن گهڙين جو عڪس آهي جيڪي هن جسماني طور تي چڙي چڙي گهاريون، پر ذهني طور تي ڦڙت ۽ نئون بنو رهيو ۽ زندگي ڏانهن سندس رويو آخري گهڙي تائين هڪ ترقي پسند وارو رهيو.

—— ادارو

# مهاڳ

هڪ انگريز ليکڪ آئرس مورلي پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ لکيو آهي ته، ”ڪنهن انسان کي قتل ڪرڻ منهنجي آڏو سڀ کان وڌيڪ خراب ڳالهه نٿي ٿي سگهي.“

نازي نه انسانن کي قتل ڪرڻ کان به وڌيڪ؛ خراب عقوبتون ڪرڻ ۾ ماهر هئا. جهڙوڪ: جسماني عذاب ڏيڻ، غير انساني حرڪتون ڪرڻ ۽ هڪ انسان جي دماغي قوت گهٽائڻ.... نازين لکين انسانن کي جسماني ۽ دماغي طرح ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر تنهن هوندي به ڪيترا اهڙا انسان هئا جن جو جسم ويڙ ۽ دل ڪنبائيندڙ اذيتون ڏيڻ سان به، نازي ڪين جهڪائي نه سگهيا.

جولس فوچڪ کي جسماني عذاب ڏيڻ ۽ ذهني طور ختم ڪرڻ ۾ دهشت جو هر اهو طريقو ڪتب آندو ويو جنهن کان نازي واقف هئا. پر جڏهين جولس فوچڪ جو جسم وجي رڳو چم ۽ هڏ بچيو هو ۽ فقط منجهس ساهه جي تند هئي تڏهين به هن ڪتاب جو سورمو هنن ظالمن کان ذهني توڙي جسماني طور بلند هو. نازين هن کي ماري ڇڏيو، پر کيس ختم نه ڪري سگهيا.

جولس جي زنده لفظن ۾ سندس وفات نامو توهان جي

اڳيان آهي . سندس پنهنجي وطن جي ماڻهن سان پيار ۽
منجهن عقيدي جي اظهار جو هر لفظ موت جي پاڇي ۾
لکيو ويو.

اوهين هي ڪتاب پڙهو. ڪتاب پورو ڪري پنهنجي
دل جي سچائيءَ سان حقيقي رستي تي هلڻ لاءِ پاڻ کان
سوال ڪريو ته زندگي جو اهو ڪهڙو فلسفو هو جنهن
هن ماڻهو جو پاڻ ۾ ۽ ٻين انسانن ۾ ڀروسو قائم رکيو.

هن ڪتاب جي دل ڏاريندڙ واقعن کان اصل نه
ڊڄجو، چاڪاڻ ته ڪتاب پوري ڪرڻ کانپوءِ توهان
دهشتي واقعن بابت نه پر انهن جي هيرو بابت سوچيندو.
جيمس آلڊرج

# گستا فوچيڪووا طرفان پيش لفظ

روينسبروڪ واري نظربندي ڪئمپ ۾ مونکي هڪ قيديءَ ٻڌايو ته، "٢٥ آگسٽ ١٩٤٣ تي برلن ۾ هڪ نازي ڪورٽ سنهنجي مڙس جولس فوچڪ کي موت جي سزا ڏني آهي جيڪو، "رودي پراوو" ۽ "تووربا" اخبارن جو ايڊيٽر هو. پنهنجي جيون ساٿي جي آئنده بابت سوال سنهنجي ذهن ۾ اٿين اچڻ لڳا جيڪ پڙاڏا ڪئمپ جي بلند ڀتين سان ٽڪر کائي موٽندا هجن.

مئي ١٩٤٥ ۾ هٽلر جي هار کانپوءِ نازين جي جيلن ۽ نظربندي ڪئمپن مان قيدين کي آزاد ڪيو ويو. هي اهي قيدي هئا جيڪي فسطائين جي عذابن سبب موت يا انهن جي هٿان قتل ٿيڻ کان بچي ويا هئا.

آئون پنهنجي آزاد وطن موٽي آيس ۽ پنهنجي ور جي ڳولا شروع ڪيم. آئون انهن لکين انسانن وانگر هيس جيڪي پنهنجا ور، زالون، ٻچڙا، ابا ۽ سائرون ڳولي رهيا هئا ۽ ڳولي رهيا آهن، جن کي ظالم جرمن عذاب ڏيڻ لاءِ، پنهنجي عذاب ڏيڻ جي بي شمار مرڪزن ڏانهن وٺي ويا هئا.

مون کي خبر پيئي ته جولس فوچڪ کي موت جي

سزا ماڻ ڪان ١٤ ڏينهن پوءِ ٨ سيپٽمبر ١٩٤٣ تي برلن ۾ ڦاسي ڏني ويئي.

مون کي اهو به معلوم ٿيو ته پانڪريڪ جيل ۾ فوچڪ ڪجهه لکيو هو. اهو ڪم جيل جي نگهبان ايڊولف ڪولنسڪي جي مدد سان ئي ممڪن ٿيو. هن منهنجي مڙس کي سندس جيل جي ڪوٺڙي ۾ ڪاغذ ۽ پينسل آڻي ڏنا ۽ لکيل ڪاغذ هڪ، هڪ ڪري جيل کان ٻاهر نيندو رهيو.

مون جيل جي نگهبان سان ماڻ جو انتظام ڪيو ۽ آهستي آهستي جولس فوچڪ طرفان پانڪريڪ جيل ۾ لکيل مواد گڏ ڪيو. انهن نمبر لڳل صفحن کي ترتيب ڏنم جيڪي جدا جدا ماڻهن وٽ جدا جدا هنڌن تي لڪايا ويا هئا ۽ هاڻي پيش ڪري رهي آهيان.

هي فوچڪ جي آخري تصنيف آهي.

گستا فوچيڪووا

پراگ، سپٽمبر ١٩٤٥

# پانڪريڪ جي گيسٽاپو جيل ۾
# ۱۹۴۳ جي بهار ۾ لکيو ويو

انيشن جي حالت ۾ ويهڻ، جڏهن جسم ڪاٺي وانگيان سڌو ۽ هٿ گوڏي تي پيڙيل هجن ۽ اکيون پيتسچڪ محل ۾ "گهروجيل" جي ڦڪن پٿين تي گهوريندڙيون هجن_ اها حالت سوچ لاءِ يقينا سازگار نه آهي.

انيشن جي حالت ۾ ويهڻ لاءِ خيال ڪي ڪير آماده ڪري ٿو سگهي؟

ڪنهن شخص هڪ ڀيرو چيو هو ته "پيتسچڪ محل ۾ "گهرو جيل" سينيما آهي". ڪير هو ڪٿي اها ڳالهه ڪيائين، تنهن بابت اسان کي شايد ڪڏهين به خبر نه پئجي سگهي. پر اها سياڻپ جي هڪ جهلڪ هئي. هڪ وڏو ڪمرو جنهن ۾ ڇهه ڊگها بينچ هڪ ٻي جي پٺيان پيا آهن جن تي پڇا ڳاڇا لاءِ سخت بدن وارا قيدي ويٺل آهن ۽ سندن اڳيان هڪ سينيما جي پڙدي وانگيان خالي پٿ آهي. سڄي دنيا جي فلم ٺاهيندڙن ايتريون فلمون نه تيار ڪيون آهن جيتريون آڏي پڇا جي انتظار ۾ عذاب ۽ موت لاءِ ويٺل قيدين جي اکين انهي پٿ تي وڌيون آهن. اهي فلمون سچين

زندگين يا هڪ زندگي جي تفصيلي نظارن بابت آهن. مائرن، زالن، ٻارن، هڪ تباهه گهر يا ڪتنب لاءِ ڳيي ڪمائيندڙ جي موت بابت فلمون، هڪ سورهيه ساٿي، ڪنهن جي غداري يا ان ماڻهو بابت فلمون، جنهن کي مون اهو چيپيل پنو ڏنو هو، هڪ دفعو وري رت وهڻ بابت يا مون سان مضبوط نموني هٿ ملائي مون کان وعدي وٺڻ بابت فلمون، خوف ۽ پختي ارادي، نفرت ۽ محبت، انتظار ۽ اميد سان ڀر فلمون زندگي ۾ هرڪو ماڻهو ڏهاڙي پنهنجي اکين اڳيان مري ٿو، پر انهن مان هرڪو وري ٿو جمي.

هت مون پنهنجي فلم ٻه سوين ڀيرا ڏني آهي ۽ هزارين دفعا ان جا تفصيل جاچيا اٿم. پر هاڻي آئون هڪ ڀيرو ان جي آڪاڻي ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪندس. جيڪڏهين ان کي پوري ڪرڻ کان اڳ منهنجي ڳچي ۾ پيل ڦاسي جو نوڙ چڪيو ويو، تڏهين به آئون لکين انسان پنهنجي پويان ڇڏي ٿو وڃان جيڪي انجي "خوشيءَ واري ڀڄاڙي" لکندا.

# باب پهريون

## چوويهه ڪلاڪ

پنجن منٽن کانپوءِ گهڙيال ڏهه وڄائيندو. ٢٤ اپريل ١٩٤٢ بهار جي سهڻي ۽ دل ڏاريندڙ شام.

آئون منڊي پوڙهي جي ويس ۾ ٽڪڙو ٽڪڙو جيلينڪ جي گهر ڏانهن وڃي رهيو آهيان، ته جيئن گهر جي دروازي بند ٿيڻ کان اڳ اتي پهچي وڃان. منهنجو ”نائب“ مائريڪ اتي منهنجي انتظار ۾ آهي. خبر اٿم ته ڪيس هن وقت مون کي ڪا به ضروري ڳالهه ٻڌائڻي ڪانه آهي ۽ نه وري مون کي ڪجهه چوڻو آهي. پر ميٽنگ مقرر ڪرڻ کان پوءِ نه اچڻ جي ڪري پريشاني ٿئي ٿي. آئون خاص ڪري انهن ٻن نيڪ انسانن، يعني اسان جي مهمانن کي اجائي پريشاني ڏيڻ نٿو گهران.

هو چانهه جي ڪوپ سان منهنجي آجيان ڪن ٿا. مائريڪ ته اڳئي اتي انتظار ۾ آهي ۽ فرائيڊس به اتي آهي. انهي جو شايد اوهان خيال به نه ڪريو. ساٿيو، آئون اوهان سان ملڻ پسند ڪندو آهيان، پر هن نموني سيني کي هڪ هنڌ تي گڏ نه. اهو رستو پڪ سان اسانکي جيل ۾ سوت ڏانهن وٺي ويندو. يا ته توهان سازش جي اصولن مطابق هلو يا ڪم ڪرڻ بند ڪريو.

چاڪاڻ تہ ھن طرح سان توھان پاڻ کي ۽ ٻين کي خطري ۾ وجھي رھيا آھيو. سمجھيو؟

”ھا، سمجھيوسون.“

”مون لاءِ ڪجھہ آھي چا؟“

”اخبار رودي پراوو جو يوم مئي وارو پرچو.“

”سٺو. مائريڪ تون حال ڏئي.“

”ڪا خاص ڳالھہ نہ آھي جو ٻڌايان. ڪم ٺيڪ پيو ٿو ھلي.“

”چڱو. وري يوم مئي ڪانپوءِ ملنداسون. آئون اوھان کي اطلاع ڏياريندس. آئون پلا ھلان ٿو“.

”ھلي، ھڪڙو پيو ڪوپ چانھہ جو؟“

”مادام جيلنيڪووا، مھرباني. اسين ھت تمام گھڻا ويٺا آھيون.“

”مھرباني ڪري فقط ھڪ ڪوپ چانھہ جو پيو....“

تازي نھيل چانھہ سان ٻاڦ نڪري رھي آھي.

ٻاھر ڪو ماٺھو گھنٽي وڄائي ٿو. رات جي ھن ويل ڪير ٿي سگھي ٿو؟ ملاقاتي بي صبرا ٿا ڏسجن. دروازي تي ڏڪن جا ڌڪا ٿين ٿا.

”دروازو کوليو!“

پوليس!

جلدي درين ڏانھن ڀڄو! مون وٽ پستول آھي. آئون ھت ئي رھندس ۽ منھن ڏيندس تہ توھان کي ڀڄڻ جو موقعو ملي.

وقت هليو ويو! گيسٽاپو جا ماڻهو درين هيٺان بيٺا آهن ۽ سندن پستولن جا منهن ڪمري ڏانهن آهن. سادن ڪپڙن ۾ پوليس وارا در ڪان گهڙن ٿا ۽ بورچيخاني مان ٿيندا ڪمري ۾ اچن ٿا. هڪ، ٻه، ٽي نو ماڻهو. هو مون کي نٿا ڏسي سگهن، ڇاڪاڻ ته آئون ڪاٺ در جي تاڪن جي آڙ ۾ هنن جي پٺيان بيٺو آهيان. آئون بنا ڪنهن رنڊڪ جي گولي هلائي سگهان ٿو. پر ٩ پستولن جا منهن ٻن بي هٿيار عورتن ۽ ٽن مردن ڏانهن آهن. جيڪڏهن رڳو آئون پاڻ کي گولي هڻان ته به پوليس وارا گولين جو وسڪارو ڪري ڇڏيندا. اهي ٻه عورتون ٽي مرد بي گناهه مري ويندا. جيڪڏهين مون گولي نه هلائي ته شايد هو سال اڌ جيئرا رهن ۽ انقلاب هنن کي زنده جيل مان ڇڏائي. فقط مائريڪ ۽ آئون نٿا بچي سگهون. هو اسانکي عذاب ڏيندا جو مونکان ته ڪجهه به معلوم ڪري نه سگهندا. مائريڪ هنن کي ٻڌائيندو؟ هڪ اهڙو ماڻهو جيڪو اسپين جي جنگ جي وچ ۾ غيرقانوني نموني فرانس مان پراگ آيو هجي — نه هو به ڪين ڪجهه نه ٻڌائيندو. مون وٽ فيصلي ڪرڻ لاءِ فقط ٻه يا ٽي سيڪنڊ آهن. جيڪڏهن مون پاڻ کي گولي هڻي ته آئون ڪجهه به نه بچائي سگهندس. فقط پاڻ کي عذاب کان ڇڏائي سگهندس. پر چار ساٿي اجايو مرندا ائين آهي نه؟

ها!

نيڪ!
آئون لڪ سان نڪري ٿو اچان،
هاها... هڪ وڏيڪ!"
پهريون ڏونشو سونکي سنهن ۾ شايد ڪيرائڻ لاءِ
هنيو ويو هو.
"هٿ مٿي ڪر!"
پيو ڏونشو، ٽيون ڏونشو.
ائين ئي سون تصور ڪيو.
ڪجهه وقت اڳ هڪ سهڻي نموني ۾ سينگاريل
گهر، هاٿي هيٺ ٽڙيل پکڙيل سامان ۽ پڳهل ٽٽل شيشن
جو ڍير هو.
وڏيڪ ڏونشا ۽ لتون.
"هل!"
سونکي هڪ سوٽر ۾ وڏو ويو هنن جي پستولن جا
منهن سون ڏانهن آهن. وات تي سوٽر ۾ئي پڇا شروع
ٿي ويئي.
"تون ڪير آهين!"
"پروفيسر هوراڪ."
"ڪوڙا!"
سون پنهنجن ڪاهن کي لوڏيو.
"سڌو ٿي ويهه نه تہ توکي گولي هڻندا سون".
"هڻينس گولي!"
گولي هڻڻ بدران هو فقط ڏونشا ئي هڻن ٿا، اسان

هڪ ڊرامر وڻان لنگهون ٿا. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته انهي ڊرامر ڪي اڇي پوشاڪ پارائي اٿن. رات جي اهڙي مهل سينگاريل ڊرامر؟ سون ڪي شايد تپ پيو اچي.

پيسٽچڪ محل. سون ڪي ڪڏهين خيال به نه آيو هو ته ڪو زنده ان ۾ داخل ٿيندس. هاڻي آئون وڏي وڪ سان چوٽين ماڙي تي پيو وڃان. ها ها، هي آهي نمبر پيو "الف ـ هڪ" مشهور ڪميونسٽ دشمن برانچ. ڏسان پيو ته حيرت پيئي ٿيم، چا ٿيڻ وارو آهي. ان ڪاٺي جي چڙهائي ڪنڊڙ ۾ ڳي جي ڍ گهي ۾ سنهين آفيسر، پستول پنهنجي ڪيسي ۾ وڌو ۽ سون ڪي پنهنجي آفيس ڏانهن وٺي ويو. هن هڪ سگريٽ دکائي سون ڪي ڏنو.

"ڪير آهين؟"

"پروفيسر هوراڪ."

"ڪوڙا!"

سندس ٻانهن تي ٻڌل واچ ۾ ١١ لڳا آهن.

"جهاڙو وٺوس!"

جهاڙو شروع ٿيو. سون ڪي اگهاڙو ڪن ٿا.

"هن وٽ سچاٽپ جو ڪارڊ آهي."

"ڪهڙي ڦالي ۾؟"

پروفيسر هوراڪ"

"جاچ ڪريو!"

ٽيليفون تي گفتگو ٿئي ٿي.

"هاڻو رجسٽر ٿيل نه آهي. ڪارڊ جڙتو آهي."

”ڪنهن ڏنئي؟“

”پوليس هيڊ ڪوارٽر تان مليو.“

ڏاڍي جو پهريون ڌڪ پيو، ٿيو. مون کي ڌڪ گهٽ کپن. ڌڪ گهٽي ڇا ڪندين؟

”نالو؟ ڳالهاءِ! ايڊريس؟ ڪچ! تنهنجي لاڳاپي وارا ڪهڙا آهن؟ ڳالهاءِ! ڪهڙا گهر استعمال ڪندو رهيو آهين؟ ڳالهاءِ! ڳالهاءِ! ڳالهاءِ! يا اسين توکي ماري پورو ڪري ڇڏينداسون!“

هڪ تندرست ماڻهو ڪيترا ڌڪ جهلي سگهي ٿو؟

ريڊيا اڌ رات جو سگنل ڏيئي رهيا آهن. هوٽلون بند پيون ٿين آخري ماڻهو پنهنجن گهرن ڏي موٽن پيا ۽ محبتي جوڙا گهرن جي درن اڳيان بيٺا آهن ۽ هڪ ٻئي کي ڇڏڻ به نٿا گهرن ساڳيو ڏکهو ڏيرو آفيسر خوشي مان ٻشڪندو اندر اچي ٿو.

”منهنجا ايڊيٽر دوست سڀ ڪجهه ٺيڪ آهي نه؟“

هنن کي ڪنهن ٻڌايو هوندو؟ جيلينڪس وارن؟ فرائيڊس وارن؟ هنن کي ته منهنجي ٻالي جي به خبر نه آهي؟

”اسان کي سڀ خبر پئجي ويئي آهي. ڳالهاءِ! عقل کان ڪم وٺ.“

عجيب لفظ آهن! عقل کان ڪم وٺان يعني غداري ڪريان. آئون به سمجهو آهيان.

”چوءِ ڪنهيو ٻڌي ڏاڍي مار ڏيوس!“

رات جو هڪ ٿيو آهي. آخري ٽراموں پنهنجي بيوڻ جي جاءِ ڏانهن وڃي رهيو آهن، گهٽيون خالي آهن ۽ ريڊيا پنهنجي ٻڌندڙن کي خدا حافظ چئي رهيا آهن.

"مرڪزي ڪاميٽيءَ جو پهريون سيڪريٽري ڪير آهي؟

ڳالهاءِ! ڳالهاءِ!

هاڻي آئون ڏڪ سولائيءَ سان ڳڻي سگهان ٿو. مون کي هاڻي فقط چپن ۾ سور محسوس ٿئي ٿو، جن کي چڪ هڻي مون ڪچو ڪري ڇڏيو.

"نوٽ لاهيوس!"

اهو بلڪل صحيح آهي ته منهنجي پيرن جي ڪڙين ۾ اجان ست آهي. مون کي به محسوس ٿئي ٿو. پنج، ڇهه، ست ۽ هاڻي پيرن تي ڏنڊن جا ڌڪ دماغ تائين چڙهيو وڃن ٿا.

رات جا ٻه لڳا آهن. پراگ جو شهر سڄي ننڊ ۾ آهي. شايد ڪٿي ڪو ٻار ننڊ ۾ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪندو هجي يا ڪو مرد پنهنجي زال سان لاڏ ڪوڏ ڪندو هجي.

"ڳالهاءِ! ڳالهاءِ!

آئون زبان وات ۾ ڦيرائي اهو ڳڻڻ جي ڪوشش ٿو ڪريان ته ڪيترا ڏند ڀڃي پيا آهن. آئون سڀ ڳڻي نٿو سگهان. ٻارنهن، پندرهن يا سترنهن؟ نه نه ايترا ته آفيسر هت مون کان "پڇا" ڪرڻ لاءِ آهن. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ڪي ٽڪجي پيا آهن.

رات جا ٻي لڳا آهن. شهر جي چيڙي ڪان پره ڦٽي رهي آهي. ڀاڇيون وڪٽنڊز مارڪيٽن ڏانهن وڃي رهيا آهن ۽ ڀنگي رستن تي اچي رهيا آهن. شايد آئون هڪ وڏيڪ صبح ڏسڻ لاءِ اجا زنده رهان.

هو منهنجي زال ڪي اندر وٺي اچن ٿا.

”تون هن ڪي سڃاڻين؟“

مون ڳيت ڏيئي وات جو رت ٿڙيءَ مان هيٺ لاٿو ته جيئن هو رت نه ڏسي.... جيتوڻيڪ آئون ميان ٿو ته اهو بيڪار آهي، منهنجي منهن جي هر حصي مان ۽ پڻ آڱرين جي چيڙي وٽان به رت پيو وهي.

”تون هن ڪي سڃاڻين؟“

”نه!“

هن اهو جواب ڏنو پر هن ڪنهن به طرح پنهنجي وحشت ظاهر ٿيڻ نه ڏني. سنهنجي پياري! هو پنهنجي قول تي پڪي رهي ته اهو ڪڏهين نه مڃيندي ته ڪو هوءَ مون ڪي سڃاڻي. جيتوڻيڪ هاڻي اها ڳالهه ڪا معني نٿي رکي. هنن ڪي منهنجو نالو ڪنهن ٻڌايو هوندو؟

هو هن ڪي وٺيو پيا وڃن. مون هن ڪي پنهنجي وس آهر نهايت خوشي وارين نظرن سان رخصت ڪيو. شايد منهنجي منهن تي مرڪ نه به هجي مون ڪي خبر نه آهي.

چار لڳا آهن. ٻاهر روشني آهي يا اجا اونداهي؟

ڪارو رنگ ڏنل دريون ڪو جواب نٿيون ڏين. موت اڃا به نٿو اچي. ڇا منهنجي توسان ملاقات ٿيندي؟ ڪيئن؟

آئون ٽاپوءَ جي ڪنهن ماڻهو کي اچي لڳو آهيان ۽ پٽ تي ڪري پيو آهيان. هو مون کي لتون ۽ ٺُڏا پيا هڻن. هاڻو اهو ئي طريقو آهي. هاڻي پڇاڙي ويجهي آهي. سانورو آفيسر مون کي ڏاڙهي کان جهلي مٿي ڪري ٿو. هٿ سان ڪلندي منهنجي ڏاڙهي جي پٽيل وارن جي مٺ پريل ڏيکاري ٿو. هي ۃ واقعي ڪل جهڙي ڳالهه آهي. مون کي هاڻ ڪو سور محسوس نٿو ٿئي.

پنج لڳا آهن، ڇهه، ست، ڏهه، سنجهند، ڪي مزدور ڪم تي وڃن پيا ته ڪي واپس موٽي رهيا آهن. ڪي ٻار اسڪول وڃن پيا ته ڪي وري ٻار اسڪولن مان موٽن پيا. دڪانن تي وڪرو پيو هلي ته گهرن ۾ رڌ پچاءَ پئي ٿئي. شايد هن وقت امڙ به منهنجي باري ۾ سوچي پيئي. شايد ساٿين کي خبر پئجي ويئي آهي ته آئون گرفتار ٿي ويو آهيان ۽ هو سلامتي لاءِ قدم کڻي رهيا آهن.... جيڪڏهين ڳالهايم ته پوءِ.... نه، خيال نه ڪريو، يقين ڪريو ته آئون ڪونه ڳالهائيندس. ڪنهن به حالت ۾. پڇاڙي هاڻي گهڻي پري ناهي. هاڻي اهو فقط هڪ خواب آهي. هڪ بد سوڻو ۽ ڀيانڪ خواب. ڏکن جو ڦهڪو آهي ۽ پوءِ وري مون تي پاڻي وڌو ٿو وڃي ۽ وري ڏک "ڳالهاءِ! ڳالهاءِ! ڳالهاءِ!" آئون اڃا به نٿو مران. جيجل ماءُ، بابا، توهان مون کي اهڙو

مضبوط ڇو بنايو.

ٻيپهريءَ شام جا پنج لڳا آهن. هاڻي هو سڀ ٽڪجي پيا آهن. هو رڪي رڪي ٺونشا هڻن ٿا. اوچتو پري ڪان سنهو آواز اچي ٿو جنهن جو لهجو دلداري ڏيندڙ آواز وانگيان ٿي لڳو:

”گهٽي مار پئي اٿس!“

پوءِ آئون ڪرسي تي ويٺو آهيان. منهنجي سامهون پيل ٽيبل ڪري ٿي ۽ وري ظاهر ٿئي ٿي. ڪو مون کي پيڻ لاءِ ڪجهه ڏئي ٿو ڪو ٻيو مونکي سگريٽ آڇي رهيو آهي جيڪو آئون جهلي نٿو سگهان. ڪو مونکي بوٽ پارائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ۽ چوي ٿو پيرن ۾ پون ئي نٿا. پوءِ هو مونکي ڏاڪڻ تان هيٺ آڻين ٿا ۽ اسين هڪ موٽر ۾ روانا ٿيون ٿا. هڪ ماڻهو وري پستول جو منهن مون ڏانهن ڪري ٿو مون کي ان تي فقط کل ئي اچي ٿي. اسين اچن گان سان سينگاريل ٽرام وٽان لنگهون ٿا. شايد هي سڀ ڪجهه خواب آهي. شايد تپ يا مرڻ جي مهل واري حالت يا نيٺ پڇاڙي آهي. انهيءَ هوندي به مرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. پر هيءَ ڪا ڏکي ڳالهه نه آهي. هي ته ڪجهه به نه آهي. هي فقط ٻارن جي راند آهي، هڪ ڀيرو وڏيڪ سلهه ڏٺڻ سان سڀ ڪجهه ختم ٿي ويندو. سڀ ختم؟ اڃا نه، اڃا به نه. هٿ هڪ ڀيرو آئون وري اڪيلو ويٺو آهيان، هائو، سچ پچ، آئون ويٺو

آهيان، اڪيلو، ڪنهن جي به مدد ڪانسواءِ ۽ منهنجي
بالڪل سامهون گندي ڦڪي پٽ آهي، جيڪا ڪنهن
شيءِ سان رنگي پيئي آهي ــ ڇا آهي؟ ڏسڻ ۾ رت ٿو
لڳي. هائو، رت آهي آئون پنهنجي آڱر سان رت جو
ذرو اگهان ٿو.... رت آڱر کي لڳي ٿو. تازو رت آهي ــ
اهو منهنجو رت آهي.

ڪو ماڻهو مونکي مٿي تي مڪ هڻي ٿو ته آئون
اٿان ۽ ڪجهه ڊرل ڪريان. آئون ڏيون ڀيرو اٿڻ جي
ڪوشش ٿو ڪريان پر ڪري ٿو پوان.

هڪ ڊگهو جرمن سي - آءِ - ڊي پوليس وارو منهنجي
مٿان بيٺو آهي ۽ لتون پيو هڻي ته جيئن آئون اٿان.
ڪيڏي نه بيڪار ڪوشش آهي. هڪ دفعو وري ڪير
منهنجو بدن ڌوئي رهيو آهي. هيڪر وري آئون ويٺو
آهيان ۽ هڪ عورت مونکي دوا ڏيندي پڇي ٿي ته سور
ڪٿي اٿئي؟ هاڻي مونکي ائين ٿو لڳي ته سمورو سور
منهنجي دل ۾ آهي.

”تو وٽ ته دل آهي ئي ڪانه“ جرمن سي آءِ ڊي
وارو چوي ٿو.

”هائو مونکي دل آهي“. هڪدم مونکي نخر ٿئي
ٿو ته مون ۾ ايتري قوت آهي جو پنهنجي دل لاءِ
ڳالهاءِ سگهان ٿو.

پوءِ وري هر ڪا شي غائب ٿي وڃي ٿي ــ پٽ،
دوا واري عورت ۽ جرمن سي آءِ ڊي وارو....

منهنجي اڳيان جيل جي ننڍڙي ڪوٺڙي جو در آهي. جرمن سي آءِ ڊي جو هڪ ٿلهو ماڻهو مونکي اندر گهلي رهيو آهي. منهنجي ليڙون ٿيل قميص بت تان پيو لاهي. هو مونکي تڏي تي وجهي ٿو ۽ منهنجو بت سڇيل ڏسي گرم سيڪ جو حڪم ڏئي ٿو.

پنهنجو ڪنڌ لوڏيندي هو ٻئي کي چوي ٿو ”ڏس ته سهي ڇا نٿا سهي سگهن.“

پوءِ وري پري ڪان، تمام پري ڪان آئون نرم آواز ٻڌان ٿو: ”هو صبح تائين ڪونه بچندو.“

پنجن منٽن کانپوءِ گهڙيال رات جا ١٠ وڄائي ٿو. هيءَ ٢٥ اپريل ١٩٤٢ جي وڏنڊڙ شام آهي.

# باب ٻيو

## مرڻ بابت

”جڏهين اسين تارن تي اکيون ٻوٽي ڇڏيون ٿا ۽ سج جو شعاع به ڪونه ٿا ڏسون....“

ٻه ماڻهو هڪ ٻي جي ٻنڀيان اچي گرجا ۾ آهستي آدستي هلي رهيا آهن. سندن هٿ پيٽ کان هيٺ تي ٻڌل آهن ۽ هو بي ترتيب آواز ۾ چرچ جو هڪ غمگين گيت ڳائي رهيا آهن.

”....ڪهڙو نه ڇڱو جي اسان جا روح به آسمان ڏانهن هليا وڃن.

اسانجو سفر ٻورو ٿئي اسانجو سفر پورو ٿئي....“

ڪو مئو آهي. ڪير؟ پنهنجي ڪنڌ ڦيرائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. شايد جنازو ڏسي سگهان جنهن ۾ لاش پيل آهي ۽ پيتي جي سيراندي وٽ ٻه سڻ بتيون آسمان ڏي اشارو ڪري رهيون آهن.

”....جت رات جي اونداهي نه آهي
جت دائمي جوت جرڪي ٿي....“

آڏون اکيون کڻڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهيان، پر ڪوبه ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي. هت ته ڪير به نه آهي. فقط هو ٻه ۽ آئون. هو ڪنهن موت تي ڳائي رهيا آهن؟

تارا هميشهه روشن رهن ٿا.

عيسيٰ مسيح خود؛ خدا جو اڪيلو فرزند."

جنازو کڻيو پيا وڃن. ڏاڍو ڀڪ جنازو کڻيو پيا وڃن. ڪنهن کي پيو دفنايو وڃي؟ ڏٺي ڪير آهي؟ فقط هو ٻه ۽ آئون. آئون پاڻ! شايد منهنجو جنازو هجي؟ پر ٻڌو دوستو نه اها غلط فهمي آهي! آئون مئو نه آهيان. بلڪل جيئرو آهيان. ڏسي سگهو ٿا ته آئون توهان ڏانهن گهوري رهيو آهيان ۽ اوهان سان ڳالهائي رهيو آهيان. اهو بند ڪريو! مون کي نه دفنايو.

"جڏهين دل گهري پياري

وڃڻ واري طرفان

غمگين ۽ آخري موڪلاڻي ٿئي ٿي."

هو مون کي ڇو نٿا ٻڌن ٻوڙا آهن ڇا؟ آئون ڪافي ڏاڍيان نٿو ڳالهايان؟ يا شايد آئون واقعي مري ويو آهيان، ۽ هو جسم ڪانسواءِ ڪو آواز نٿا ٻڌي سگهن؟ منهنجو ڏڙ پيٽ پر پيو آهي ۽ آئون پاڻ پنهنجي جنازي کي ڏسي رهيو آهيان! عجيب!

"پوءِ پرندڙ نظرون آسمان ڏانهن تين ٿيون. هن جو سفر پورو ٿيو، هن جو سفر پورو ٿيو...."

ياد آيم. ڪنهن مونکي مشڪل سان مٿي کنيو ۽ ڪپڙا پارايائين هنن مونکي اسٽريچر تي کنيو. دالان ۾ لوهي بوٽن جو آواز ۽ پوءِ قصو پورو ٿيو. وڌيڪ خبر نه آهي. وڌيڪ ڳالهه ياد نٿي اچي.

”....جت دائمي جوت جرڪي ٿي....“

پر هي سڀ سمجهه ۾ ئي ڪونه ٿو اچي. آئون جيئرو آهيان. ڪن هنڌن تي سور پيو ٿيم ۽ اجايل آهيان. مئل ماڻهن کي اڄ نه لڳندي آهي. آئون همٿ ڪري هلائڻ لاءِ سڄي طاقت گڏ ڪيان ٿو ۽ منهنجي اندر مان هڪ عجيب غيرقدرتي آواز نڪري ٿو:

”پاڻي ڏيوم!“

آخر پنهي ماڻهن گولائي ۾ قرڻ بند ڪيو. ٻئي ماڻهو منهنجي مٿان نوڙيا بيٺا آهن. هڪ ماڻهو منهنجو ڪنڌ مٿي ٿو ڪري ۽ پاڻي جو گلاس منهنجي وات تائين ٿو آڻي.

”ڏس ته ڪي ڪجهه ڪانٽو به پوندو. پن ڏينهن کان تون رڳو پاڻي پي رهيو آهين....“

ڇا ٿيو ڇيوي؟ پوريان ٻه ڏينهن؟ اڄ ڪهڙو ڏينهن آهي؟

”سومر“.

سومر. سونکي جمع جي ڏينهن گرفتار ڪيو ويو هو. مٿو ڏاڍو ڳرو ٿي پيو اٿم. پاڻي ڏاريو ڇڏي. ننڍا! سمهڻ ڏيوم! پاڻي جي هڪ ڦڙي کوهه جي شيشي جهڙي تري ۾ لهرون پيدا ڪيون آهن. ساون گاهن جي ميدانن، جبان ۽ روڪلان هيٺ پهاي واري جي گهر ۾ بهار آئي آهي. ديال جي وڻن وارن پيلن ۾ مينهن پيا وسن .... ننڍا ۾ ڪيڏو نه مزو آهي ....

....آئون وري اڱاري جي شام جو ننڊ مان اٿان ٿو ۽ منهنجي مٿان ڊڪ ڪتو بيٺو آهي. هڪ السائيني ڪتو، هو پنهنجي سهڻين ۽ گنڀير اکين سان ڏسندي پڇي ٿو:

”ڪٿي جو رهاڪو آهين؟“

نه اهو ڪتو ڪونهي. ڪنهن ٻي جو آواز آهي. هائو، ڪو ٻيو بيٺل آهي. سندس وڏا بوٽ ڏسان پيو، وڏن بوٽن جو ٻيو جوڙو ۽ فوجي پتلون، پر ان کان مٿي ڪنڌ کڻي نٿو سگهان. ڏسڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو ته مٿو ٿو ڦريم. پر ان ۾ منهنجو ڇا وڃي. سمهڻ ڏيوم.... اربع.

ٻه ماڻهو جيڪي ان ڏينهن مذهبي گيت ڳائي رهيا هئا، سي ٽيبل تي ٽڪر جي ٿانون ۾ ماني کائي رهيا آهن. هاڻي آئون کين چڱي پر ڏسي سگهان ٿو. هڪ نوجوان، ٻيو وڏي عمر جو آهي. پادرين وانگي نٿا لڳن. ننڍڙو گرجا هاڻي گرجا نه پر جيل جي ڊڪ ڪال ڪوٺڙي آهي. جهڙيون ٻيون آهن. منهنجي نظرن اڳيان ڪال ڪوٺڙي جو فرش ڊوڙندو وڃي ٿو؟ آخر ۾ ڳرو ڪارو در آهي.

ڪلف ۾ ڪنجي ڦرڻ جي آواز تي ٻئي جڻا ٽپ ڏيئي اٽينشن جي حالت ۾ بيهن ٿا، ٻه ٻيا جرمن جاسوسي پوليس جي وردي ۾ اندر اچن ٿا ۽ هنن کي حڪم ٿا ڪن ته، مونکي ڪپڙا پارائين — مونکي خبر نه هئي ته

پتلون جي هر ٽنگ يا قميص جي ٻانهن ۾ ڪيترو سور لڪل هو— اسٽريچر تي وجهي هيٺ ڪٽي آيا، وات تي ڍڳهي ورانڊي ۾ ڏاڪڻ جا لوهي ڏاڪا وڃڻ لڳا....
هن ئي نموني مونکي هفتو اڳ آندو ويو هو، جڏهين پوءِ بي هوش ٿي ويو هوس، هي سڀ ڪيڏانهن پهچائيندو، نيٺ ڇا حشر ٿيندو.

پانڪريڪ پولزيئي — گيفانگس جي اداس ۽ بي سروت مرحبا آفيس. مونکي ٻٽ تي وجهن ٿا ۽ بناوٽي نرم دلي واري ڇيڪ آواز ۾ ترجمان ڪاوڙيل جرمن آواز ۾ ٽڪ وانگي اڇلايل سوال جو ترجمو ڪيو.
”هن کي سڃاڻين؟“
ڇاڙي کي هٿ جي ٽيڪ ڏنم، ويڪري منهن واري نوجوان ڇوڪري اسٽريچر جي اڳيان بيٺي آهي. هو فخر سان ڪنڌ مٿي ڪيو سڌي بيٺي آهي. انهي ۾ دشمن ڏانهن حقارت ڪٽي نه به هئي پر شانائتو انداز هئس. فقط سندس اکيون ٿورو نميل هيون جو فقط مون کي ڏسي سگهي ۽ انهن اکين سان منهنجي آجيان ڪري.
”نه“

ياد اٿم ته پيٽسچڪ محل ۾ ان ڏائڻ رات پل کن لاءِ مون کيس ڏٺو هو. ۽ هينئر ٻيو دفعو. اف ٽيو موقعو نه مليو جو آئون، ان همٿ ڀرئي نموني بيهڻ لاءِ سائس هٿ ملائي سگهان. هوءَ ارنوست لورينز جي

زال هئي. ١٩٤٢ ۾ مارشل لا جي اعلان ڪانپوءِ وارن پهرين ڏينهن ۾ ڪيس موت جي سزا ڏني وئي.

”پر تون ته پڪ سان سچائيندس.“

انيسڪا جيئرسڪووا خدا تنهنجو نالو ڪيئن ڪنيو اٿم. مون سان ڪوبه واسطو نه رهيو آهي. توکي نه سچاڻان. سمجهين ٿي، توکي ڪيئن سچاڻان.

”نه ڪونه سچاڻانس.“

”عقل ڪان ڪم وٺ!“

”ڪيس ڪونه سچاڻان.“

”جولس بيڪار ڳالهه آهي،“ انيسڪا چيو ۽ فقط آنگرين جي اٺ لکي چرپر مان سندس جذبات جو اظهار ٿي ٿيو، جن ۾ هو روسال جهليو بيٺي هئي. ”بيڪار آهي. ڪنهن هنن کي مون بابت ٻڌايو آهي“.

”ڪنهن؟“

”وات بند ڪر!“— ماڻهو ڪيس اڌ ۾ روڪي ٿو ۽ مون سان دمت ملائڻ لاءِ نوڙڻ تي ڪيس زور سان ڌڪي ڏئي ٿو.

انيسڪا!

مون کي وڏيڪ سوال ٻڌڻ ۾ نٿا اچن. پري ڪان بنا سور جي مونکي محسوس ٿئي ٿو ته، ٻه جرمن جاسوس پوليس وارا مونکي واپس جيل جي ڪال ڪوٺڙي ڏانهن کنيو پيا وڃن. اسٽريچر تي مونکي بي رحمي سان لوڏا ڏيئي رهيا آهن ۽ ڪلندي پڇن ٿا ته چا دن ڪان آئون

ڳچيءَ ۾ ڦاهو وجهي لٽڪڻ پسند ڪندس.

خميس.

هاڻي مونکي هتي جون ڳالهيون سمجهه ۾ پيون اچن. مون سان گڏ نوجوان قيدي جو نالو ڪارليڪ آهي. ٻيو جيڪو وڏي عمر وارو قيدي آهي تنهن کي ”بابا“ سڏين ٿا. هو پنهنجي بابت ٻڌائين ٿا، پر منهنجي دماغ ۾ اهي ڳالهيون گڏبيون ٿيون وڃن. هو ڪاٺ جي بينچ تي ويٺل ٻارن بابت ڪجهه چوڻ ٿا گهرن. گهنڊ جو آواز: ضرور ڪٿي بادام لڳي هوندي. روز هڪ ڊاڪٽر جو جرمن جاسوسي پوليس جو ڪمپائونڊر مونکي ڏسڻ اچن ٿا. ظاهر آهي ته اهڙي خراب حالت ۾ نه آهيان جو هڪ ڏينهن وري چڱو ڀلو ٿي ويندس. ”بابا“ روز اها ڳالهه ڪندو آهي. هو ان ڳالهه تي وڏو زور ڏيندو آهي جو ڪارلڪ جنهن اتساهي سان ان جي پٺڀرائي ڪندو آهي، جو هن حالت ۾ به آئون محسوس ڏو ڪريان ته، اهو بلڪل ڪوڙ آهي. ڪهڙا نه چڱا ماڻهو آهن! ڏک اٿم جو هنن تي اعتبار نٿو ڪري سگهان.

ڇنڇر.

جيل جي ڪوٺڙي جو دروازو کليو ته جو هڪ ڪتو آهستي خاموشي سان اندر ڊوڙي آيو. منهنجي سيراندي کان بيهي هيڪر وري مون ڏي پڇ جي انداز ۾ نهاري ٿو. هيڪر وري ٻڌڻ جا دڪا — هاڻي خبر اٿم:

هڪ، ڪتي جو مالڪ ۽ پانڪريڪ جيل جو سپرنٽنڊنٽ ۽ ٻيو گيسٽاپو جي ڪميونسٽ - دشمن برانچ جو مک جنهن ان رات منهنجي پيءُ جي صدارت ڪئي ۽ پوءِ شهري پٽلون جو جوڙو. منهنجون اکيون مٽيرو ڏسن ٿيون آئون ڪيس سڃاڻان. اهو ڊگهو ۽ ڏٻرو عملدار آهي جيڪو چڙهائي ڪندڙ ڪاتي جو انچارج آهي. ڪرسي تي ويهي هو آڌي پڇا شروع ڪري ٿو.

”سڀ خبر پئجي ويئي آهي. پنهنجي حياتي بچاءِ. ڳالهاءِ!“

هاڻ مونکان سگريٽ جهلڻ مشڪل آهي.

”ڪئس جي گهر ڪيترا ڏينهن رهئين؟“

ڪئس جي گهر. اها به خبر پئجي وين!

ڪنهن ٻڌايو هوندن؟

”ڏس اسانکي سڀ خبر پئجي ويئي آهي. ڳالهاءِ!“

جيڪڏهن اوهان کي سڀ خبر آهي ته پوءِ منهنجي ڳالهائڻ جو ضرور؟ مون عمر اجائي نه وڃائي آهي — ۽ آئون زندگي جي پڇاڙي خراب نه ڪندس.

پڇا ڪلاڪ سوا هلي ٿي. هو دڙڪا يا گاريون نٿو ڏئي پر سانتيڪي نموني ور ور ڪري پنهنجا سوال پڇي ٿو ۽ جڏهين جواب نٿو مليس، تڏهين پيهر ڏيهر ۽ ڏهه دفعا سوال پڇي ٿو.

”تون اچا به محسوس نٿو ڪرين؟ سمجهيئي، پڇاڙي اچي ويئي اٿئي، تون سڀ ڪجهه وڃائي چڪو آهين.“

”آئون ڪو اڪيلو ماڻهو آهيان جنهن وچڙيو آهي.“
”ڪميونسٽن جي فتح ۾ اچا عقيدو اٿئي؟“
”بلاشڪ“

”اچا ڀروسو اٿس؟“ جيل جو مک جرمن زبان ۾ ڀچي ٿو ۽ آفيسر ترجمو ڪندي چوي ٿو: ”هي اچا به عقيدو ٿو رکي ته روس سوڀارو ٿيندو؟“
”بلاشڪ، جنگ ئي ڪنهن به نموني ختم نه ٿيندي.“
هاڻي ٿڪجي پيو آهيان. پنهنجي سڄي طاقت گڏ ڪئي هئم، ته جيئن خبردار رهان. پر هاڻي سنهنجو هوش ائين پڇندو پيو وڃي، جيئن وڏي ڦٽ مان رت. آئون اچا محسوس ٿو ڪريان ته هو ڪيئن سونکي پنهنجا هٿ ڏيئي رهيا آهن. شايد هو منهنجي پيشاني تي موت جا اهڃاڻ ڏسي رهيا آهن. ڪن ماڪن ۾ ته واقعي اها رسم هوندي هئي آهي ته، ۽ ڦاسي ڏيندڙ، حڪم تي عمل ڪرڻ کان اڳ، ڦاسي ايندڙ ماڻهو کي چمي ڏيندو هو.
شام.
ٻه ماڻهو ٻڌي ٻڌي هڪ ٻئي جي ٻڌيان گول ڦرن پيا ۽ ڏکي ۽ بي ترتيب آواز ۾ هڪ ڏک ڀريو مذهبي گيت ڳائي رهيا آهن:
”جڏهين اسين تنهن تي اکيون ٻوٽي ٿا ڇڏيون ۽ ڪجهه به نٿا ڏسون....“
ٻيلي دوستو بس ڪريو! اهو پڇڻ ڪٿي سنئو به هجي

پر اڄ، اڄ ته يوم سئي جي رات آهي. انسان جو سڀ ڪان
سهڻو ۽ خوشين سان ڀرپور جشن. آئون ڪو دل لڀائيندڙ
نغمو ڳائڻ جي ڪوشش ٿو ڪريان، پر اهو شايد ڀڄن
ڪان به وڌيڪ غم ڀريو آهي. چاڪاڻ ته ڪارليڪ
پنهنجي ڏئي چڙهي آهي ۽ "بابا" ڳوڙها اگهي رهيو آهي.
پر آئون هار نٿو مڃان. آئون ڳائيندو رهان ٿو ۽ آهستي
آهستي هو به مون سان شامل ٿا ٿين. مون کي خوشي ۽
ٻ نئين اچي وڃي ٿي.

يوم سئي. صبح جو سوير.

جيل جي گهڙيال تي ٽي وڳا آهن. هائي ڀهريون
پيرو صاف ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. گرفتاري ڪانپوء هيئنر
آئون ڀهريون دفعو پوري هوش ۾ آهيان. ڪاپيل
دري مان تازي هوا محسوس ٿئي ٿي. تڏهن جا ذرا
منهنجي ڇاتي ۽ پيٽ کي لڳن ٿا ۽ منهنجي جسم
جي هر انچ ۾ هزارين سور آڻن. ساهه کڻڻ ۾
تڪليف اٿم. اچتو ائين لڳو ڄڻ تو دري کولي. آئون
ڇنڊو ڏسان ٿو: هي ڀچاڙي آڻي. آئون سران پيو. موت
تو اچڻ ۾ ڪيتري نه دير ڪئي. مون کي اجا به
اميد هئم وري هڪ آزاد انسان وانگيان رهندس،
گهڻو ڪم ڪندس، جهجهو پيار ڪندس، گهڻو
ڳائيندس ۽ دنيا جو سفر ڪندس. حقيقت ۾ هاڻي ته
جوان ٿيو آهيان. مون ۾ اجا گهڻي طاقت آهي. پر هاڻي
نه آهي. ڀچاڙي اچي رهي آهي.

مون زندگي سان پيار ڪيو آهي ۽ ان جي حسن
خاطر جنگ ۾ شامل ٿيس. عام انسانو، مون اوهان سان
پيار ڪيو ۽ خوشي ٿيم جڏهن توهان پيار جي عيوض
پيار ڪيو ۽ جڏهن توهان مونکي نه سمجهندا هو، تڏهن
مونکي ڏک ٿيندو هو. جيڪڏهن مون ڪنهن کي
ڏکوئيو آهي ته معاف ڪجو. ڪنهن کي خوش ڪيو
اٿم ته وساري ڇڏيو. شل ڪابه ڏک جهڙي ڳالهه
منهنجي نالي سان لاڳو نه هجي. بابا، جيجل ماءُ، منهنجون
ڀينرو، منهنجي زال گستينا ۽ اوهان ساٿيو، مون توهان سڀني
کي پيار ڪيو آهي ۽ اها منهنجي آخري وصيت آهي.
جيڪڏهن سمجهو ٿا ته ڳوڙها غم جي ڌڌڙ [?] کي ڌوئي
ڇڏيندا، ته پوءِ ڀل رئو پر ان تي افسوس نه ڪريو
آئون خوشين لاءِ زنده رهيس ۽ خوشين لاءِ مران ٿو.
جيڪڏهن توهان منهنجي قبر تي ڏک جو نشان وڌو ته
توهان مون سان بي انصافي ڪندو.

يوم مئي!

هي اها ساعت آهي جڏهن اسين شهر جي ڇيڙي [?] تي
گڏ ٿي پنهنجا جهنڊا تيار ڪندا هئاسين ۽ پٽن تي نعرا
لکندا هئاسين. هي وقت آهي جو ماسڪو ۾ يوم مئي
جي پريڊ لاءِ گهٽين ۾ پهريون قطارون ٺهنديون هيون.
۽ هائي هن مهل لکين ماڻهو انسان جي آزادي لاءِ
آخري جنگ وڙهي رهيا آهن. ان جدو جهد ۾ هزارين
سر قربان ٿي رهيا آهن. آئون انهن مان هڪ آهيان

انهن ماڻهن مان هڪ هجڻ، جيڪي هن آخري لڙائي ۾ وڙهي رهيا آهن، ڪيڏي نه عظيم ڳالهه آهي. پر موت ڪا سٺي ڳالهه نه آهي. گهٽ تي ڏنم. ساهه کڻي نه سگهان. نڙي ۾ ڪرڙو ٻڌان پيو، پنهنجن ساٿي قيدين کي به اڌاري سگهان ٿو. جيڪڏهن نڙي کي ٿوري پاڻي سان آلو ڪري سگهان ته.... پر لوڻي ۾ پاڻي ڪونهي. مون کان فقط ڇهه قدم پري ڪال ڪوٺڙي جي ڪنڊ واري ڪاڪوس ۾ ڪافي پاڻي آهي، پر مون ۾ ايتري سگهه نه آهي جو اتي پهچي سگهان. آئون پيٽ ڀر پاڻ گهليان ٿو، آهستي بالڪل آهستي، جهڙوڪ موت جو سڄو شان ان ۾ آهي ته ڪنهن کي به نه جاڳائجي. آئون پاڻ کي گهلي آيس ۽ ڪاڪوس جي تري مان پاڻي پيڻ لڳس.

خبر نه آهي ته ڪيتري دير پاڻي پيئندو رهيس. ياد نه اٿم ته ريڙهون پائي واپس موٽڻ ۾ ڪيترو وقت لڳم. جڏهن وري هوش وچي پيو. پنهنجي ٻانهن تي نبض ڏسڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. سگهه ڪانه اٿم. دل نڙي ۾ اچي وئي آهي ۽ هاڻي تيزيءَ سان گڏ هيٺ پئي وڃي. آئون به ان سان گڏ هيٺ پيو وڃان، تمام گهڻو هيٺ. هيٺ ويندي آئون اڃا به ڪارليڪ جو آواز ٻڌان ٿو: ”بابا، بابا، ٻڌين ٿو؟ هن غريب جي پڇاڙي آهي.“

صبح جو ڊاڪٽر آيو.

اهو سڀ ڪجهه مون کي پوءِ معلوم ٿيو.

ڊاڪٽر تپاس ڪري پنهنجو ڪنڌ ڌوڻي تپاس واري ڪمري ۾ ويو ۽ ڪالهه منهنجي نالي ۾ جيڪو موت جو سرٽيفڪيٽ تيار ڪيو هئائين، سو ڦاڙي ڊڪ ماهر جي حيثيت ۾ فيصلو ڏنائين:

”گهوڙي جو ٻچ آهين.“

# باب ٽيون

## ڪال ڪوٺڙي ٢٦٧.

ڪال ڪوٺڙي ۾ در ڪان دري تائين ست وکون ۽ در ست وکون آهي.

انهي جي سون کي خبر آهي.

پانڪريڪ جي هن ڪال ڪوٺڙي جي ڪاٺ جي فرش تي مون ڪيترائي ڀيرا اچ وڃ ڪئي آهي! شايد هن ئي ساڳي ڪال ڪوٺڙي ۾ مون کي هڪ دفعو اڳ ۾ ويهڻو پيو هو، انهي ڪري جو مون چيڪ سرمايہ دارن جي خطرناڪ پاليسي جي ڪري چيڪ قوم لاءِ نڪرڻ وارا نتيجا صاف پئي ڏٺا. هن وقت هو منهنجي قوم کي قربانگاه تي چاڙهي رهيا آهن، ڪال ڪوٺڙي جي در اڳيان جرمن پهريدار - پهرو پيا ڏين ۽ ٻاهر ڪنهن هنڌ انڌيون سياسي قوتون غداري جو چار اٺي رهيون آهن. انسان کي سجاڳ ٿيڻ ۾ ڪيتريون صديون لڳنديون؟ ڪيترن هزارين ڪال ڪوٺڙين سان انسانذات کي اڳتي وڌڻ لاءِ لنگهڻو پيو آهي؟ ۽ اڃا وڌيڪ ڪيتريون ڪال ڪوٺڙيون اينديون؟ او، نرواجايسوع مسيح ٻار، انسان جو روشني ڏانهن سفر اڃا پڄاڻي کان

گهٽوئي پري آهي. پر: وڌيڪ ننڍ نہ ڪر، وڌيڪ ننڍ نہ ڪر!

ست قدم هوسٽائين ۽ ست قدم واپس. هڪ ٻيٽ وٽ ڪٽ آ. جنهن کي ويڙهي بہ ٿو سگهي ۽ ٻي ٻيٽ وٽ اڻ وڻندڙ پوري رنگ جو ڪپٽ جنهن ۾ ٽڪر ڇا ڏاڻ ۽ پيل آهن. هائو، ان جي خبر اٿم. هاڻي رڳو ان کي ٿورڙو مشيني بنايو ويو آهي، ڪال ڪوٺڙي کي گرم ڪرڻ جو انتظام آهي، پاڻيءَ جي بالٽي جي جاءِ تي پاڻيءَ جي ننڍڙي ٽانڪي آهي - ۽ سڀ کان وڌيڪ تہ ماڻهن کي بہ مشيني بنايو ويو آهي. خودڪار اوزار وانگيان ٻٽڻ تي زور ڏئي يعني ڪال ڪوٺڙي جي در ۾ ڪنجي ڦيرائي يا جاسوسي گهڙڪو کول تہ قيدي ٽپ ڏئي اٿندا پوءِ ڪٿي هو ڇا بہ ڪندا هجن ۽ هڪ ٻئي جي ٻنيان اٽينشن جي حالت ۾ ٿي بيهندا. ڪال ڪوٺڙي جو در کوليو تہ ڪال ڪوٺڙي جو مک يڪي ساهہ رڙ ڪندو:

"اٽينشن!- ڪال ڪوٺڙي ۾ ٽنو سٺهٽ - جنهن جا ٽئي ماڻهو آرڊر ۾ هجن."

تہ پوءِ: ٢٦٧. اها آهي اسان جي ڪال ڪوٺڙي. پر هت خودڪار طريقو ڪم نٿو ڪري. فقط بہ ماڻهو ٽپ ڏئي اٿن ٿا آئون دري هيٺ ٽڏي تي پيٽ ڀر ليٽيو رهان ٿو هفتو، پندرهن ڏينهن، مهنو، ڇهہ هفتا - آئون ٻيهر ڇهان ٿو.

آئون هاڻي پنهجو ڪنڌ ڦيرائي سگهان ٿو، هٿن جي چرپر ڪرڻ جي سگهه اٿم ۽ پنهنجين ٽنگن تي پاڻ کي مٿي ڪري سگهان ٿو، دون سٺن سمهڻ جي به ڪوشش ڪئي آهي.... اهڙي نموني رهڻ کان ان بابت لکڻ يقينا سولو آهي.

ڪال ڪوٺڙي ۾ پڻ ڦير ڦار ٿئي پئي. ڪال ڪوٺڙي جي در تي ٽن جي بدران ٻه ماڻهو رکيا اٿن، هتي اسين ٻه هاڻي ٻه وڃي بچيا آهيون. ڪارليڪ اوجهل ٿي ويو آهي. هو ان جوڙي مان آهي جنهن منهنجي بيهوشي وقت غمگين گيت ڳايا هئا. سندس پويان فقط هڪ ياد وڃي بچي آهي. آئون هن کي فقط اڌ غشي ۾ ڏسان ٿو ۽ سو به اسان سان گڏ سندس آخري ٻن ڏينهن بابت. هو صبر ۽ تحمل سان پنهنجو داستان وري وري پيو ٻڌائي ۽ سونکي وري ڳالهه جي اڌ ۾ ڳيهر ٿو اچي.

سندس نالو ڪاريل ماليڪ آهي، هو انجڻ هلائيندڙ آهي ۽ هڙلائس ويجهو ڪچي لوه جي کاڻ ۾ ڪم ڪندو هو. اتان هو گهرو محاذ لاءِ بارود لڪ چوري موڪليندو هو اٽڪل ٻه سال اڳ کيس گرفتار ڪيو ويو ۽ هاڻي کيس هلائڻ لاءِ وٺيو پيا وڃنس، شايد ٻرلن ڏانهن؛ پيا ٻه ڪيترائي ڦاتل آهن، خبر نه آهي نتيجو ڇا نڪري. کيس هڪ زال ۽ ٻه ٻارڙا آهن، جيڪي کيس تمام پيارا آهن — پر توکي

خبر آهي ته آخر اهو منهنجو فرض هو، ڀلو ڇا ٿي ڪري سگهيس.

هو گهڻي دير تائين مون سان گڏ ويٺو ۽ مجبور ڪيائين ته ڪجهه کان. نٿو کائي سگهان.

چنچر.

مون کي هت آئي اٺ ڏينهن ٿيا آهن؟ هو هڪ وڏي ڪوشش ڪري ٿو: جيل جي جرمن ڪمپائونڊر کي پڌائي ته جڏهن کان آئون هت آيو آهيان ڪجهه به نه کاڌو اٿم. پانڪريڪ جيل جو جرمن ڪمپائونڊر پاڻ خود شوروي جو پيالو کڻي اچي ٿو، ۽ ٻي ختم ڪرڻ مٿان ويٺو آهي. هن جرمن ڪمپائونڊر جي علم کان سواءِ چيڪ ڊاڪٽر کي ايسپرين ڏيڻ جي به اجازت نه آهي. ڪارليڪ پنهنجي ڪاميابي تي مطمئن آهي ۽ ٻي ڏينهن تي هو پاڻ آچر ڏينهن وار شوروي جو پيالو مون کي پياري ٿو.

پر معاملو اڳتي نٿو وڌي. سڀ ڏانون ڀڃي پيون اٿم. آچر جي ڏينهن واري ڀوڙ جا پٽانا به چپاڙي نٿو سگهان ۽ منهنجي سسيل نڙي گره اندر ڏيڻ تي فرياد ٿي ڪري.

”هي ته گوشت ۽ پاڇين جو ڀوڙ به نٿو کائي سگهي!“ ڪارليڪ ڏک ۾ منهنجي مٿان ڪنڌ لوڏي ٿو.

پوءِ هو ”بابا“ سان گڏ منهنجو حصو کائي ٿو.

توهان جيڪڏهن ۱۹۴۲ ۾ پانڪريڪ جيل ۾ نه رهيا آهيو ته پوءِ توهان کي ڪهڙي خبر ته پاڇي

گوشت جو ٻوڙ ڪيڏي وڏي نعمت آهي! بدترين حالتن ۾ جڏهن اوهان جي پيٽ ۾ ٻڪ ڪان دهل پيا وڄن، جڏهن ٻيو نه ته به آڪين سان ئي هر ساٿي اڳيان پنهنجي واري پاڻ حصي جو راشن ڦري ٿو، تڏهن پاڻي جهڙي ٿماٽن جي رس ۾ سڪل پاڇين جو گپ جهڙو ٻوڙ به هڪ شاندار طعام ٿو لڳي. اهڙين خراب حالتن ۾ به هفتي ۾ ٻه ڀيرا خميس ۽ آچر جي ڏينهن باقاعدگي سان باورچي توهان جي پليٽ تي پٽاپا ۽ هڪ چمچو پاڇي گوشت جو وجهندا آهن جنهن ۾ گوشت ڏسڻ ۾ ئي ڪونه ايندو آهي اهو ڪيترو نه لذيذ آهي، هائو لذيذ کان به ڪجهه وڌيڪ. انساني زندگي جي ڪي قدر مهذب يادگار، گيسٽاپو جيل جي بي رحم انڌ ڌنڌ ۾ ڪا قاعدي واري ڳالهه. اهڙي ڳالهه، جنهن جو خوشي سان ذڪر ڪيو ويندو آهي: اڙي ڪير ٿو تصور ڪري سگهي، نه شوربي جي انهي هڪڙي چمچي ۾ جنهن مان موت سان دائمي ويجهڙائپ واري سرهاڻ ايندي هجي، ڪيڏي نه وڏي خاصيت آهي.

پن مهنن گذرڻ کان پوءِ سون ڪارليڪ جي تعجب ڪي سمجهيو آئون پاڇي گوشت به نٿو کائي سگهان!— انهي کان وڌيڪ بي ڪابه ڳالهه ڪيس منهنجي اڻ ٽر موت جو يقين نٿي ڏياري سگهي.

ايندڙ رات ٽين بجي هنن ڪارليڪ کي ننڊ مان اٿاريو، ڪيس سفر جي تياري لاءِ صرف پنج منٽ ڏنا

ويا، ڄڻ ته ڪيڏانهن گهڙي ڪن لاءِ وڃڻو اٿس ۽ اهڙو
ڪو سفر نه جيڪو هن جي زندگي جو ئي خاتمو هجي،
يا ڪنهن نئين جيل ڏانهن، ڪنهن عذيت واري ڪئمپ
يا ڦاسي واري جاءِ ڏانهن، ڪير ڄاڻي ڪيڏانهن!!—
هڪ دفعو وري هو منهنجي تڏي وٽ جهڪيو منهنجو
ڪنڌ ٻانهن ۾ جهلي، مونکي چميائين. جيل جي وارڊن
دالان مان رڙ ڪئي، ڄڻ ته پانڪريڪ ۾ جذبن جي
وجود کي ڪو حق نه آهي: ۽ ڪارليڪ ٻاهر هليو
ويو. ڪانءِ ڏيڻ جو آواز.... ۽ ڪوٺڙي ۾ فقط اسين
ٻه وڃي بچاسون.

اسين وري ڪڏهن هڪ ٻئي کي ڏسنداسون؟ وري
ڪڏهن موڪلائڻ ٿيندو؟ اسان ٻن مان پهرين ڪير
ويندو؟ ڪيڏانهن؟ هن کي ڪنهن سڏيو؟ ڊڪ جرمن
پوليس وارڊن؟ يا موت؟

آئون هاڻي فقط تصور جي آڌار تي لکي رهيو آهيان
جيڪو پهريون پيرو موڪلائڻ واري وقت کان وٺي
اسان سان آهي. ان ڳالهه کي سال ٿي ويو آهي پر
اسانجي ويل ساٿين جي ياد ور ور ڏئي موٽي ٿي. ڪال
ڪوٺڙي جي در تي ٻن جو انگ هڪ دفعو وري ٻه
۽ وري ٽي، ٻه، ٽي، ٻه، نوان قيدي اچن ٿا ۽ وڃن
ٿا — فقط ٻه جيڪي پهرين ڏينهن ڪال ڪوٺڙي ٢٦٧
۾ هئا اڃا تائين منجهس آهن.

”بابا“ ۽ آئون.

”بابا“ ستٽ سال جي عمر جو ماستر آهي، ذالو جوزف پيسيڪ اٿس هو ماسترن جو اڳواڻ هو. ڪيس مون ڪان ٨٥ ڏينهن اڳ آزاد چيڪ اسڪول سنڌار تحريڪ جي وسيلي نازي حڪومت خلاف گڙٻڙ ڪرڻ جي الزام ۾ جهليو ويو هو.

”بابا“ — هي آهي.......

پر منهنجا نوجوان تون اهو ڪيئن لکندين. ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. ٻه ماڻهو هڪ ڪال ڪوٺڙي ۾ هڪ سال! انهي عرصي ۾ ”بابا“ لفظ جي مٿان واڪ نشان ختم ٿي ويا، انهي وقت اندر اسان هڪ ٻئي جون عادتون وٺندڙ محاورا ۽ ڳالهائڻ جو انداز به سمجهي ۽ سکي وياسون — ڪوشش ڪر ۽ سڃاڻ تہ اج منهنجو ڇا آهي ۽ بابا جو ڇا آهي. هو ڪال ڪوٺڙي ۾ ڇا ڪٿي آيو ۽ مون ڇا آندو!

هن رات ڏينهن منهنجي نظرداري ڪئي آهي ۽ جڏهن به موت ويجهو آيو آهي تڏهن منهنجي ڦڦڙن تي ڀنل اڇيون ڀڳون ٻڌي ڪيس ڊيڄاري ڀڄائي ڇڏيندو آهي. هن بنا ڪنهن لالچ جي منهنجن ڦڦڙن تان گند ۽ پونءِ پي صاف ڪئي آهي ۽ ڪڏهن به ظاهر نہ ڪيو اٿس تہ ڪم هو منهنجي تڏي تان ايندڙ گندي ڌپ محسوس ڪري ٿو. هن منهنجي ليڙون ٿيل قميص کي ڌوتو ۽ ٽوپا ڏنا جيڪا منهنجي آڏي ٻچا جي شڪار ٿي وئي هئي. پر جڏهن اها قميص ٽوپڻ ڪان به ڇڙهي

وٺي تڏهن پنهنجي گنجي پائڻ لاءِ ڏنائين. هن مونکي گل بهار ۽ گاهه جو هڪ پن به آڻي ڏنو جيڪو پانڪريڪ جيل جي اڱڻ ۾ صبح جو اڌ ڪلاڪ واري چهلقدمي وقت لڪ چوري پٽي ورتو هئاسين. جڏهن آئون وڏيڪ آڏي پڇا لاءِ ويندو آهيان تڏهن هو رحمدل اکين سان مون سان گڏ هوندو آهي، ۽ جڏهن آئون تازن ڦٽن سان سوڙندو آهيان تڏهن مون کي نيون پٽيون ٻڌندو آهي. جڏهن به هو رات جو پڇا لاءِ وٺي ويندا آهن تڏهن سنهنجي واپس موٽڻ ۽ مون کي تڏي تي ليٽائي چڱي طرح ڪمبل ڍڪڻ کان اڳ نہ سمهندو آ.ي. اسان جي شروعات اهڙي هئي ۽ گڏ رهڻ ڪري جڏ.ن آئون اٿي ويهي ٿي سگهيس ۽ هڪ ٻئي وانگيان پنهنجا قرض لاهڻ شروع ڪيا هئم تڏهن به ان ۾ ڪو ڦيرو نہ آيو هو.

پر منهنجا نوجوان يڪساهي تون سڀ ڪجهہ ڪيئن لکندين. انهيءَ سال ۾ ڪال ڪوٺڙي ٢٦٧ جي زندگي جا وڏا داستان آهن بابا بہ ڪال ڪوٺڙي جي زندگي جي هر گهڙي پنهنجي طريقي سان گذاري. اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ۽ هن داستان جي اجا پڇاڙي نہ آهي. ”داستان ختم ٿ.ڻ جي ڳالهہ ڪوڙي نہ پر اميد لڳي ٿي.“ ڪال ڪوٺڙي ٢٦٧ جي زندگي جا ڏکيا داستان آهن. گهٽو ڪري هر ڪلاڪ کان پوءِ در کلي ٿو ۽ چڪاس ڪئي وڃي ٿي. خطرناڪ ڪميونسٽ

ڏوهاري تي سختي سان نگهباني جو حڪم آهي. وڏي اچرج جي ڳالهه آهي. هت گٿو ڪري اهڙا ٻه ماڻهو سڙيو وڃن جن کي مرڻ لاءِ نٿو آندو وڃي. پر انهن ورلي ٿئي ٿو جو اهو ماڻهو نه مري جنهن جو موت سينني جي خيال موجب ويجهو هجي. جيل جي ٻين ڀاڱن مان وارڊن هت اچي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪن ٿا يا خاموشي سان سئل قيدين تان ڪمبل لاهي ڪنهن ماهر جي نظرن سان ڦيٽ ڏسي لطف وٺن ٿا ۽ پنهنجي ڪميڻائپ جي درجي جو اظهار مختلف گفتن سان ڪن ٿا. اسان انهن مان هڪ جو نالو "ڏکيي نڪوارو" رکيو آهي. هو ٻين کان وڌيڪ ايندو آهي ۽ ڪلندي پڇندو آهي ته سرخ شيطان کي ڪجهه کپي. نه مهرباني هن کي ڪجهه ٻه نه کپي. ٿورن ڏينهن کان پوءِ ڏکيي نڪ واري کي خبر پئي ته "سرخ شيطان" کي ڪجهه گهرجي:

حجام. هو پاڻ سان هڪ حجام آڻي ٿو. منهنجي ڪال ڪوٺڙي جي قيدين کان سواءِ ٻي ٻهريون قيدي آهي جنهن سان آئون مليو آهيان: ڪامريڊ بوسيڪ. بابا منهنجو مٿو ٿو جهلي ۽ ڪامريڊ بوسيڪ ٿڏي جي پڙ ۾ ويهي هڪ تکي پاڪي سان منهنجي ڏاڙهي جي گاهه مان رستي ڪڍڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. سندس هٿ ڏڪن ٿا ۽ اکين ۾ ڳوڙها آتس. پڪ اٿس ته هڪ مردي جي ڏاڙهي ڪوڙي رهيو آهيان. آئون کيس دلداري

ڏيان ٿو.

”ادا، همت ڪر! مون پاڻ پيتسچڪ جيل ۾ ٻچا ڪي منهن ڏنو آهي سمجهان ٿو ته تنهنجي ڏاڙهي لاهن تائين ٺيڪ هوندس.“

پر اسان ٻنهي ۾ گهڻي سگهه ڪانهي ۽ ساڻي ڪٽون ٿا. ٻن ڏينهن کان پوءِ ٻن ٻين سان واقفيت ٿئي ٿي.

پيتسچڪ محل جا عملدار ٻي صبرا آهن. مونکي گهرايو اٿن، ۽ حڪم ڪيو اٿن ته ڪنهن به طريقي سان مونکي آندو وڃي. چاڪاڻ ته هر روز جڏهن مونکي گهرائڻ جو حڪم ايندو آهي تڏهن جيل جو ننڍو ڊاڪٽر ان تي لکي موڪليندو آهي ته قيدي، موڪلڻ جي لائق نه آهي، انهي ڪري ڪمپائونڊر جي وردي ۾ ٻه قيدي اسٽريچر کڻي اسان جي ڪال ڪوٺڙي ۾ اچن ٿا. بابا مشڪل سان مون کي ڪپڙا پهرائي ٿو ۽ ڪاسريڊ مونکي اسٽريچر تي وجهي کڻن ٿا. ان سان دڪ جو نالو اسڪوريپا آهي. ۽ ٻئي جو نالو ـــ آهي. ڏاڪڻ تان هيٺ ويندي جڏهن آئون لاهي واري پاسي ترڪيس تڏهن هن سنهنجي مٿان جهڪي چيو:

”بيهو!“

پوءِ آهستي وڏيڪ چيائين:

”هت ٻه!“

هن پيري اسين مرحبا جي آفيس ۾ وياسين. ڊو مون کي ٻاهر ويندڙ پاسي واري کان کڻي آيا. دالان ماڻهن سان پريو پيو آهي ـــ اڄ خميس جو ڏينهن آهي قيدين

جا مائٽ ميرا ڪپڙا ڌوئڻ لاءِ ڪٽڻ آيا آهن ـــ آهي سڀ هي ڏک ڀريو جلوس ڏسن پيا. سندن اکيون پاڃهه سان ڀريل آهن، ۽ منهنجي لاءِ اها ڳالهه دل کي ڏڍ ڏيندڙ نه آهي. انهي مون ڪري همٿ مٿي تي آٽي مٿ پيڙي. شايد هو اهو ڏسن ۽ محسوس ڪن ته آئون سندن آجيان پيو ڪريان. شايد اهو بيوقوفي جو اشارو آهي، پر آئون وڌيڪ ڪجهه به نٿو ڪري سگهان، اچا ايتري سگهه ڪانه اٿم.

پانڪريڪ جيل جي اڱڻ ۾، هنن اسٽريچر هڪ لاري ۾ وڌو جرمن جاسوسي پوليس جا ٻه عملدار منهنجي سيراندي ڪان ويٺا. سندن همٿ پستولن تي آهن ۽ اسين روانا ٿا ٿيون. نه، آهو سئو رستو باڪل ڪونه هو. رستي تي ڪڏون ڪوپا هئا. اسين اچا ٻه سو ڪن وال مس ويا هئاسون ته آئون بيهوش ٿي ويس. پراگ جي گهٽين مان اهو سفر ڪل جهڙو هو. پنج ٽن وزن واري لاري جيڪا ٣٥ ماڻهن لاءِ هئي سا فقط هڪ مسافر لاءِ پيٽرول خرچ ڪري رهي هئي. ۽ جرمن جاسوسي پوليس جا ٻه عملدار سيراندي وٽ ۽ ٻه پيراندي وٽ ويٺا آهن. سندن همٿ پستولن تي آهن ۽ آدم خورن وانگر تڪين پيا. هو هڪ لاش تي پهرو پيا ڏين ته جيئن اهو ڀڄي نه وڃي.

ٻي ڏينهن ٻه ساڳي ڪار. پر ٻن دفعي آئون پيتسچڪ محل تائين هوش ۾ رهيس. اڌي ڀڇا گهڻو وقت نه هلي.

آڌي ڌيڌا گھڻو وقت نہ ھلي. فوجي عملدار فرائيڊاريڪ ڪجھہ بي خيالي واري نموني ۾ منھنجي جسم ڪي ھٿ لاتو. ھڪ دفعي وري ھو مون کي بيھوشي جي حالت ۾ واپس کڻي آيا.

ھاڻي اھي ڏينھن آيا جڏھن آئون پنھنجي زنده ھئڻ ۾ ورڏيڪ وقت لاءِ شڪ نٿي ڪري سگھيس.

زندگي جي جاڙي پيٺ سور، سونکي ان بابت چڱو ياد ڏياريو. پانڪريڪ جيل ۾ اھا خبر پکڙجي وئي ھئي تہ ڪنھن نظر چڪ سبب آئون اڃا زنده آھيان ۽ پھريون مبارڪون اچڻ شروع ٿيون.

اھي مبارڪون جيل جي ويڪرين پٽين تي ٺڪاءُن سان ٿي آيون. يا ماني ڏيندڙن جي اکين ۾ ڏيوز. فقط منھنجي زال کي ڪا خبر ڪانہ ھئي. اسان کان ھڪ ماڙ ھيٺ ڏورو پاسي تي پنھنجي ڪال ڪوٺڙي ۾ اڪيلي انتظار ۽ اميد جي دنيا ۾ رھندي ھئي.

ھڪ ڏينھن صبح جو اڌ ڪلاڪ واري چھلقدمي وقت ھڪ ٻي واري قيدي عورت کيس ٻڌايو تہ منھنجو معاملو پورو ٿي ويو آھي، آئون آڌي ڌيڌا وقت رسيل ڏکن وگھي مري ويو آھيان. پوءِ ھو جيل جي اڱڻ ۾ گھمندي وتندي ھئي، ھن لاءِ دنيا اونداھي ٿي وئي ۽ کيس اھو بہ محسوس نہ ٿيو تہ سندس وارڊ جي نگھبان کيس منھن ۾ ٺونشا ھڻي رھي آھي، کيس وري قطار

۾ آڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي جيڪا جيل جي زندگي جي بقاعدگيءَ جي نشاني آهي. جڏهن هن پنهنجي ڪال ڪوٺڙي جي اچڻ پڃڻ تي ڳوڙهن کان خالي اکين سان گهوريو هوندو تڏهن سندس اکين ڇا ڏٺو هوندو؟ ايندڙ ڏينهن تي وري بي رپورٽ آئي: نه مون کي اچا ماريو نه ويو آهي پر سور سهي نه سگهڻ ڪري پاڻ کي ڪال ڪوٺڙي ۾ ڦاهي ڏني اٿم.

هوڏانهن آئون پنهنجي چنل تڏي تي ليٽي هر صبح شام گستينا لاءِ اهي گيت ڳايان ٿو، جيڪي ڪيس وڻندا هئا. جڏهن منهنجي گيتن ۾ ايڏو درد هوندو آهي، تڏهن هو اهي ڪيئن نه ٻڌندي هوندي! اڄ ڪيس خبر آهي، اڄ هو ٻڌي پئي، جيتوڻيڪ اڳي کان گهٽو پري آهي. اڄ وارڊ جي نگهبانن کي به خبر آهي، هو ڪال ڪوٺڙي ٢٦٧ کي ڳائيندي ٻڌڻ جا عادي ٿي ويا آهن. هو در تي آواز نٿا ڪن ۽ اسان کي مات ڪرڻ لاءِ به نٿا چون.

ڪال ڪوٺڙي ڳائي پئي مون سڄي عمر ڳايو آهي. سمجهه ۾ نٿو اچيم ته ٻچاڙي ۾ ڇو مات اچيم. جڏهن زندگي حد کان وڌيڪ سرگرم آهي. بابا پيسيڪ؟ هو ته هڪ غيرمعمولي ماڻهو آهي! ڪيس گيت ڏاڍا وڻندا آهن. هو گيتن سان ايترو ته پيار ڪندو آهي ۽ انهن مان ڪيس ايترو ته لطف ايندو آهي جو مون کي اهو ٻڌڻ ۾ ڪونه ايندو آهي ته هو ڪيڏي

مهل هڪ سر مان ئي سر ۾ ويو. اسين وقت ڳايون
ٿا جڏهن وطن جي ياد اسان تي غالب آهي، جڏهن
ڏينهن سرهو هجي ٿو. گيت سان اسين ويندڙ ساٿي جو
سات ڏيون ٿا. جنهن کي اسين شايد وري ڪڏهن به
ڏسي نه سگهون. اسين خوشي مان ڳايون ٿا، بلڪل
ائين جيئن انسان هر دور ۾ پئي ڳايو آهي ۽ ان وقت
تائين هو ڳائيندا رهندا جيستائين هو انسان آهن.

راڳ زندگي جي لاءِ ايتروئي ضروري آهي جيترو
سج جي روشني اسان کي گيتن جي پٺي گهرج آهي،
چاڪاڻ ته سج اسان تائين نٿو پهچي. ڪال ڪوٺڙي
٢٦٧ جو منهن اتر ڏانهن آهي ۽ اونهاري وارن مهينن
۾ ڪجهه گهڙين لاءِ لهندڙ سج ايرندي پٽ تي درين
جي شيخن جو پاڇو ڏاهي ٿو — پوءِ بابا ڪٿ وٽ
اتان بيهي سج جا لهندڙ ڪرڻا ڏسندو آهي. هت توهان
کي اهو نظارو ڏک پريو لڳندو.

سج! گول جادوگر دل کولي روشني ڏئي ٿو ۽
انسان جي اکين اڳيان ڪيتريون عجيب ڳالهيون
ظاهر ڪري ٿو. ڪيترا نه ٿورا ماڻهو سج جي
روشني ۾ رهن ٿا. هائو؛ اهو روشني ڏيندو رهندو ۽
ماڻهو سندس ڪرڻن هيٺ رهندا. انهي جو احساس
ڪيڏو نه وڻندڙ آهي. انهي کان سواءِ هي به، ته ڇا
اهو اسان لاءِ به چمڪندو؟

اسان جي ڪال ڪوٺڙي جو رخ اتر طرف آهي.
اسين فقط ڪڏهن، ڪڏهن اونهاري ۾ صاف ڏينهن تي
سج لهندي ڏسون ٿا. پر بابا؛ سج کي اڀرندي ڏسڻ جي
ڪيڏي نه خواهش اٿم.

# باب چوٿون

## ڪمرو نمبر چار سئو

مري، جيئڻ ڪجهه عجيب ۽ نرالو معاملو آهي. اهڙو ته نرالو آهي جنهن جي بيان ڪرڻ ڏکيو آهي. هڪ وڻندڙ ڏينهن تي چڱي طرح نند ڪرڻ کان پوءِ دنيا ڏاڍي دلڪش لڳندي آهي. پر اهو چالاڪ ته ڏينهن خوبصورت هو ۽ ان ڪري تو اهڙي سٺي ننڊ ڪئي جيڪا اڳ ڪڏهن به نه ڪري سگهين. تون پاڻ کي زندگي جي منزل کان چڱي طرح واقف ٿو سمجهين، پر اهو ائين ٿو لڳي جڻ ته ڪاريگرن صاف شيشن واريون سموريون ٻتيون ٻاري ڇڏيون هجن ۽ تنهنجي اکيان ٻتين جي جهرمر ۾ سڄو نظارو رکي ڇڏيو هجين. تون سمجهين ٿو ته انهيءَ کي چڱي طرح ڏسي ورتئي. پر اهو ائين جڻ ته تو پنهنجين اکين تي دوربيني رکي، پوءِ ان ۾ خوردبين ڳنڍي هجي. مري، پوءِ جيئڻ بهار جي موسم جيان آهي ۽ بهار وانگيان آسپاس جي روزمره جي ماحول ۾ به اهڙيون اوچتيون ڳالهيون ڏسبيون آهن.

اهڙي حالت ان وقت هوندي آهي جڏهن تو کي خبر آهي ته اهو فقط گهڙي کن لاءِ آهي ۽ ساڳئي حالت ان وقت به هوندي آهي جڏهن اوهان جي آسپاس

جا نظارا اهڙا وڻندڙ ۽ دل ڇڪيندڙ هوندا آهن، جهڙي پانڪريڪ جي هڪ ڪ'ل ڪوُنڙي.

پر جڏهن هڪ ڏينهن توکي واپس دنيا ۾ وٺي ٿا اچن. هڪ ڏينهن توکي پڇا لاءِ گهرايو ٿو وڃي — اسٽريچر ڪان سواءِ — ۽ جيتوڻيڪ تون سمجهين ٿو ته اهو ناممڪن آهي پر توکي ڪيئن به ڪري هلڻو آهي. دالان جي پٽ سان ڪنهڙو آهي ۽ ڏاڪڻ ڪي به جهل جي ڪاٺي آهي. تون ٻن پيرن ڪان وڌيڪ ڇئن عضون ڪان ڪم وٺي هيٺ لهين ٿو. هيٺ ساٿي قيدي توکي جيل جي لاري ۾ ويهارين ٿا. پوءِ تون ويٺو آهين ۽ ڏهه ٻارنهن ماڻهو اونداهي غار ۾ آهن. نوان آيل ماڻهو تو ڏانهن ڏسي مشڪن ٿا ۽ تون نه جواب ۾ مشڪين ٿو، ڪو ماڻهو بلڪل آهستي ڪن ۾ ڪجهه چوي ٿو. توکي خبر نه آهي ته هو ڪير آهي، تون ڪنهن ماڻهو جا هٿ جهلي انهن کي زور ڏين ٿو. توکي خبر نه آهي ته اهي ڪنهن جا هٿ آهن — ۽ پوءِ لاري اوچتو پيتسچڪ محل ۾ پهچي وڃي ٿي ۽ ساٿي توکي ڪڍن ٿا. تون وڏن ڪمرن ۾ گهڙين ٿو جن جون پٽيون خالي آهن. هڪ ٻئي پٺيان پنج ڇهن آهن جن تي قيدي انٽينشن جي حالت ۾ ويٺا آهن. سندن هٿ گوڏن تي آهن ۽ ڇرپر ڪرڻ ڪانسواءِ سامهون واري خالي پٽ تي ڏسي رهيا آهن. ته پوءِ منهن جا

نوجوان اها اٿئي تنهنجي نئين دنيا جنهن کي سٺيما سڏيو وڃي ٿو.

**يوم مئي ١٩٤٣:**

اڄ ١٩٤٣ سال جو يوم مئي آهي. ڊيوٽي ڏيندڙ نگهبان به خطري وارو ماڻهو نه آهي تنهن ڪري آءٌ ڪجهه لکي سگهان ٿو! ڇو نه اڄوڪي ڏينهن تي گهڙي ڪن لاءِ وري ڪميونسٽ صحافي بنجي نئين دنيا جي جدوجهد ڪندڙ قوتن جي، يوم مئي واري پريڊ بابت رپورٽ لکان!

ڪپڙي جي چادر تي لکيل نعرن بابت پڙهڻ جي اميد نه رک هت اهڙي ڪابه ڳالهه ڪانهي. آءٌ اوهان کي اهي زبردست ڪارناما به نٿو ٻڌائي سگهان جن کي ٻڌي توهين خوش ٿيو. اڄ جي هر ڳالهه ۾ سادگي هئي. نه هتي پراگ جي گهٽين وارا هزارين انسان ناهن نه وري ماسڪو ۾ سرخ چوڪ ۾ سيلاب وانگيان ايندڙ لکين انسانن جو سهڻو سمنڊ آهي. اهي سڀ سون اڳئين سالن ۾ ڏٺا هئا. هت نه لک آهن ۽ نه وري سو فقط ڪجهه ساٿي، مرد ۽ عورتون، تنهن هوندي به توهان محسوس ڪندؤ ته اهي به گهڻ ڪونهن. اهو انهي ڪري، ته هي ان طاقت جو پاڇو آهي جيڪا هن گهڙي ٻاهر جي هڪ تمام وڏي مچ مان گذري رهي آهي ۽ ان مچ مان لنگهڻ سان قلمهيار نه پر رڪ بنجي رهي آهي. اهو جنگ وقت ۾ ڪاهڻ وارو نظارو آهي ۽ ڪاهين ۾ جرمن فوجي آهن.

انهن ننڍين ڳالهين ۾ سڀ ڪجهه آهي. ڪهڙي
خبر تون، جنهن ڪڏهن به اهڙي زندگي نه گذاري
آهي سو جڏهن هي لکيو پڙهندين ته جيڪر به نه سمجهي
سگهين پر سمجهڻ جي ڪوشش ڪر. مون تي يقين
ڪر ته انهي ۾ طاقت آهي.

پر واري ڪال ڪوٺڙي سان صبح جي ڪيڪار،
جيڪا به لوهي تارون وڄائڻ سان ڪئي وڃي، سا اڄ وڌيڪ
شادماني واري اثرائتي پئي لڳي ۽ پٽ ان ڪي بلند آواز
۾ پيش ڪري ٿي.

اسين پڇت آهر سڀني پوشاڪ پايون ٿا. سڀني ڪال
ڪوٺڙين جو ساڳيو حال آهي.

ناشتي اچڻ وقت اسين تيار رهون ٿا. ڪال ڪوٺڙي
جي ڪايل دروازي سان جيل ۾ ماني ڏيندڙ ماني، ڪاري
ڪافي ۽ پاڻي ڪٽي اندر اچن ٿا. اڄ ماني ٤ جي ٻن
ٽڪرن بادران تي ڏني ٿو. اها سندس يوم مئي جي
ڪيڪار آهي. هڪ ڏيان ڏيندڙ ماڻهو طرفان هڪ اثرائتي
ڪيڪار. ماني جن ٽڪرن ڏينان هڪ ٻئي جي دٽن
جي آڱرين ڪي زور ڏنو وڃي ٿو. ڳالهائڻ تي بندش
آهي، ته توهان جي اکين تي به نظر رکي وڃي ٿي—
پر ڇا گونگا پنهنجين آڱرين سان ڇٽي طرح نٽا ڳالهائي
سگهن.

اسان جي ڪال ڪوٺڙي جي سامهون ٻاهر اڱڻ
۽ عورتون صبح وارو اڌ ڪلاڪ گذاري رهيون آهن.

آئون ڏيبل تي چڙهي لوهي شيخن سان هيٺ ڏسان ٿو.
جڏهن ڪجهه قسمت چڱي هوندي ته مون تي نظر
پوندين. هائو، ڏڏو اٿن. هو ڪيڪار لاءِ پنهنجون پڪوڙيل
مٺيون مٿي ڪري رهيون آهن. آئون ڪيڪار جو جواب
ڏيان ٿو. ٻاهر اڱڻ ۾ اڄ هر شيءِ ۾ زندگي آهي،
بالڪل مختلف ٻين ڏينهن کان وڌيڪ خوشين واري
زندگي. جيل جي نگهبان عورتن تي اک نٿي رکي ۽
شايد نهارڻ نٿي گهري ۽ اها ڳالهه به هن سال جي
يوم مئي واري پريڊ ۾ شامل آهي.

هاڻي اسان جو اڌ ڪلاڪ شروع ٿئي ٿو. ڪسرت
ڪندڙن جي اڳواڻي ڪريان ٿو. اڄ مئي جي پهرين تاريخ
آهي. ساٿيو، اسين پنهنجو ڪم الڳ نموني شروع ڪنداسون
پوءِ ڪٿي پهريدار ڪي اچرج لڳي. پهرين ورزش هڪ،
ٻه، هڪ، ٻه، هٿوڙي جا ڌڪ، ۽ ٻي ورزش لٽڻ.
مترڪو ۽ ڏاٽو. ساٿي سمجهي ويندا ته ان سان
ڇا مطلب آهي، مترڪو، ڏاٽو. چوڪيداري ڏسان ٿو. هو
مرڪن ٿا ۽ شوق سان ورزش جا اکر ٻڌن ٿا. ساٿيو،
اها اسان جي يوم مئي جي گڏجاڻي اٿو. اسان جو هي
گونگو ناٽڪ —— اهوئي اسان جو يوم مئي تي وعدو
آهي ته مرڻ گهڙي تائين به مقصد سان وفادار رهنداسون.

واپس ڪال ڪوٺڙي ۾.

نو لڳا آهن. هن وقت ڪريمان ۾ گهڙيال ڏهن جا
ڌڪ هڻي رهيو آهي ۽ سرخ چوڪ جي پريڊ بس شروع

ٿيڻ واري آهي. بابا اسين به هنن سان گڏ هليا آهيون. هو هن وقت اتي انٽرنيشنل (مزدورن جو عالمي ترانو) ڳائي رهيا آهن. هن وقت سڄي دنيا ۾ انٽرنيشنل جو آواز گونجي رهيو آهي. اسان جي ڪال ڪوٺڙي ۾ اهو آواز اچڻ ڏيو. اسين ڳايون ٿا ۽ پوءِ هڪڙي ٻئي ٻيو انقلابي گيت کڙڪات ڪندو اچي ٿو. چاڪاڻ ته اسين اڪيلا ٿيڻ نٿا گهرون. اسين اڪيلا به نه آهيون. اسين انهن سان آهيون جيڪي هن وقت آزادي جي فضا توڙي جدوجهد ۾ ڳائي رهيا آهن.

جيان، سرد ايذاءَ گهرن،

وارا ساٿيو،

توهين اسان سان آهيو توڙين اسان سان آهيو،

جيتوڻيڪ توهين اسانجي صفن ۾ نه آهيو،

هائو! اسين اوهان سان آهيون.

اهڙي طرح اسان ڪال ڪوٺڙي ٢٦٧ ۾ ١٩٤٣ جي يوم مئي واري پريڊ جي فتح مند پڄاڻي جي رٿ ٺاهي، پر واقعي اها پڄاڻي آهي ۽ ڪمپائونڊر عورت کي ڏسو جيڪا جيل جي اڱڻ مان لنگهندي سرخ فوج جي پيش قدمي واري سيٽي وڄائي رهي آهي ۽ ڪال ڪوٺڙين ۾ بند مردن جي همت افزائي خاطر، وطن لاءِ وڙهندڙ غير فوجي ڏولن جو گيت ۽ ٻيا سوويت گيت ڳائي رهي آهي. چيڪ يونيفارم واري پوليس واري کي ڏسو جنهن مون کي ڪاغذ ۽ پينسل آڻي ڏنا هئا ۽

هاڻي دالان ۾ پهرو ڏيئي رهيو آهي، جيئن مون کي
ڪڏ لکندي ڏسي نه وٺي ۽ هن ٻئي ماڻهو کي ڏسو
جنهن مون کي لکڻ شروع ڪرايو. اهو ماڻهو هي
لکيل صفحا ڪٿي وچي لڪائيندو آهي، نه جيئن وقت
اچڻ تي اهي دنيا جي اڳيان اچي سگهن. ڪاغذ جي
ان ٽڪر لاءِ ڪيئن سر به ڏيڻا پوندا هو پاڻ کي ان
لاءِ خطري ۾ وجهي رهيا آهن، ته جيئن جيل جي بند
ٻجري واري اچوڪي وقت ۽ ايندڙ آزادي واري وقت
جي وچ ۾ پل بنجن. هو مقابلو پيا ڪن ۽ پنهنجين
پنهنجين جاين تي ٻي ڊپائي ۽ سورهيائيءَ سان وڙهڻ لاءِ
سمورا وسيلا ڪم آڻي رهيا آهن. انهي لڙائي ۾ هو
گمنام آهن. شايد توکي زندگي موت جي ڪشمڪش
جي تر جيتري به خبر نه هجي. ان ڪشمڪش ۾ اهي
گمنام سورهيه انهن جو ساٿ ڏيئي رهيا آهن، جيڪي
زندگي لاءِ، ۽ موت خلاف وڙهي رهيا آهن ۽ تي سگهي
ٿو ته فتح جي سچ ايرڻ سان هو موت جي وڪٿهي
هاريا وڃن.

تو ڪيترا پيرا انقلابي فوج کي يوم مئي جي پريڊ
ڪندي ڏٺو هوندو، اهو نظارو ڪيڏو نه شاندار ۽ سهڻو
هوندو آهي. پر ان فوج جي صحيح طاقت توکي فقط
مقابلي ۾ ئي محسوس ٿيندي، ته چو ڪابه طاقت ان
انقلابي فوج کي نٿي هارائي سگهي. تو جيڪي ڪجهه
سمجهيو موت تنهن کان وڌيڪ سولو آهي ۽ سورهيائي

کي ڪو چٽ ڪونهي. پر تون جيڪي ڪجهہ سمجهين ٿو هي جدوجهد تنهن کان وڏيڪ ڦهار آهي. ان جدوجهد ۾ لاڳيتو مقابلو ڪرڻ ۽ سوڀياري ڏيڻ لاءِ بي حساب قوت کپي. هر روز ڏسين ٿو تہ اها ڪشمڪش جاري آهي، پر ان کان هميشه باخبر نہ آهين. هر ڳالهہ رواجي نموني ڏسڻ ۾ ايندي آهي.

تون وري اڄ ان کان باخبر آهين.

۱۹۴۳ جي يوم مئي واري پريڊ ۾.

يوم مئي ۱۹۴۳ هن بيان جي سلسلي کي وقتي طور روڪي ڇڏيو آهي. چاڪاڻ تہ جشن جي ڏينهن ڳالهين کي بي نموني ياد ڪيو ويندو آهي ۽ شايد اڄ بہ خوشين جو غلبو منهنجين يادن کي بگاڙي.

پيٽسچڪ محل واري ”سئنيما“ ڪا خوشي واري جاءِ نہ آهي. اهو ڪمرو جسماني عذاب ڏيڻ واري ڪوٺي جي اڳيان آهي ”سئنيما“ واري ڪمري ۽ توکي عذاب ڏيڻ واري ساٿين جي چينگهہ ۽ پوائنٽيون ريهون ٻڌڻ ۾ ايندي، ۽ توکي بہ خبر نہ هوندي تہ تنهنجو ڪهڙو حشر ٿيندو. ڏسين ٿو تہ هتان تندرست، مضبوط ۽ زندگي سان ڀرپور انسان عذاب واري ڪوٺي ۾ وڃن ٿا ۽ ٻن ٽن ڪلاڪن لاءِ حاضر ٿيندڙ ڪنهن ماڻهو جو ڳرو آواز ٻڌين ٿو — ۽ ڪلاڪ کن کانپوءِ ٽٽل، سور ۽ ٿڪ سان گهٽيل آواز پنهنجي مالڪ جي موٽڻ جي خبر ڏئي ٿو. ان کان بہ وڏيڪ خراب: ڏسين ٿو تہ اڪين

۾ اڪيون وجهي ڏسڻ وارا ماڻهو اندر وڃن ٿا. پر اندران موٽڻ ڪانپوءِ توسان منهن سامهون ٿي نٿا سگهن. مٿي پڇيا واري ڪمري ۾ شايد هڪ گهڙي ڪمزوري ۽ بدتر جي، هڪ جهاڪ ڊپ جي آئي يا پاڻ ڪي بچائڻ جي خواهش پيدا ٿي — ۽ اڄ يا سڀاڻي هت نوان ماڻهو ايندا ۽ سڀ مصيبتون سهندا. نوان ماڻهو جن ڪي هڪ ساٿي ڪشمڪش ۾ دشمنن جي حوالي ڪري ڇڏيو هو. جن ماڻهن جو ضمير تڪليف ۾ هوندو آهي، تن جو ڏيک انهن ماڻهن ڪان وڌيڪ خطرناڪ هوندو آهي، جن ڪي جسماني عذاب ڏنا ويا آهن. جيڪڏهن تنهنجون اکيون جي موت ڊپ ڪان پاڪ ٿي ويون آهن، جيڪو چوڏاري پنهنجي شڪار جي ڳولا ۾ آهي ۽ تنهن جي جذبن وري زنده ٿيڻ جي عمل سان وڌيڪ زور ورتو آهي، ته پوءِ تون ٻڌائڻ ڪانسواءِ اندروني سمجهه سان ئي پرکي ويندين ته ڇيا ڳاڇا وقت ڪير تيزيو، ڪير غداريءَ جي حد تائين به ويو يا ڪنهن پنهنجي نفس جي ڪنڊ ۾ اهو خيال ڪيو ته پاڻ تان ڪجهه مصيبت ٽارڻ لاءِ جدوجهد ۾ شريڪ انهن ساٿين بابت ٻڌائڻ ايترو خراب نه آهي جيڪي گرڻ اهميت وارا آهن. اڙي ڪمزور دل وارا! اها زندگي ڪهڙي جيڪا هڪ ساٿي جي زندگي سان خريد ڪجي؟

”سئنيما ۾ جڏهن آئون پهريون ڀيرو ويئو هئس تڏهن منهنجي سوچ شايد اها نه هئي. پر اٺ ور ور ڪري

اهو خيال ايندو هئم. اڄ صبح جو هڪ دفعو وري
ڪجهه بدليل ماحول ۾ اهو خيال آيم — اڙو ماحول
جنهن مان گهڻو علم حاصل ٿي سگهيو ٿي. ”ڪمرو
نمبر ٠٠٤“.

ان ”سئنيما“ ۾ آئون گهڻو وقت نه ويٺس. شايد
ڪلاڪ ڏيڍ ان ڪان پوءِ پڙهيان سڌ ٿيو. پوءِ چيڪ
پولي ڳالهائيندڙ ٻه شهري مون کي لفٽ ۾ ويهاري
چوڏين ماڙي تي وٺي ويا ۽ اسين هڪ وڏي ڪمري
۾ آياسين جنهن جي در تي اهو نمبر لکيل هو.

نمبر ٠٠٤ —

هت سندن نگهباني ۾ آئون اڪيلو پاسي تي پيل
هڪ ڪرسي تي ويٺو آهيان. سمجهان ٿو ته جيڪي
ڪجهه ڏينهن وارو آهي سو اڳئي ڏسي چڪو آهيان.
اڳ به هت آيو هئس ۽ نه پر تنهن هوندي به هر ڳالهه
جي خبر اٿم. هن جاءِ کان واقف آهيان. سڀ ڪجهه
خواب ۾ ڏٺو هئم. مون هڪ بي رحم ۽ ڀوائتو خواب
ڏٺو هو جنهن ان جاءِ جي صورت خطرناڪ نموني بگاڙي
ڇڏي هئي پر تنهن هوندي به سڃاڻپ کان پري نه هئي.
هاڻي ان جو ماحول دوستاڻو هو. ڏينهن جي روشني سان
ڀرپور ۽ چٽا رنگ. ان جي وڏين درين مان ٽنهن جو
گرجا، ليٽنا جي ساوڪ ۽ هرا ڍڪاني ڏسڻ ۾ آيا ٿي.
خواب ۾ اها جاءِ اونداهي ۽ درين ڪانسواءِ هئي ۽
منجهس گندي سرجهايل پيلي روشني هئي، جنهن ۾ ماڻهو

پاڇن وانگي نظر ٿي آيا. هاڻو، ات واقعي ماڻهو هئا. هاڻي خالي آهي ۽ ڇهه ڏگها بينچ ڪاٺيءَ جي ڦٽيان پيا آهن. خواب ۾ ماڻهو انهن بينچن تي ويٺا هئا سندن منهن ڦڪا ۽ رتوڇاڻ ٿيل هئا. ات، دروازي جي بالڪل ويجهو آسماني رنگ جي مزدورن واري وردي ۾ ڪو ماڻهو ڏڪايل نظرن سان پاڻي پاڻي ڪري رهيو هو ۽ پوءِ ناٽڪ جي پردي وانگر آهستي آهستي زمين تي ڪري پيو....

هاڻو ائين ئي هو، پر هاڻي خبر اٿم ته اهو خواب نه هو. اهو بي رحم ۽ پوائنتو تجربو — هڪ حقيقي واقعو هو.

اهو واقعو منهنجي گرفتاري جي پهرين رات اڌي پڇا جو آهي. شايد سونکي ئي پيرا يا ڏهه پيرا هٿ وٺي آندو ويو. ڪهڙي خبر ڪيترا پيرا هٿ وٺي آيا؟— پر جڏهن ته هنن کي آرام ڪرڻو هوندو هو يا پنهن تي ڪم ڪرڻو هوندو هون ته پوءِ سونکي هٿ وٺي ايندا هئا. ياد اٿم ته اگهاڙين پيرين هئس ۽ سرن جو فرش پيرن جي ڦٽيل ڪڙين کي وٽندڙ نموني ٿڌو ڪندو هو.

ان پيري جنڪر ڪارخانن جا مزدور انهن بينچن تي ويٺا هئا. جرمن جاسوس پوليس شام جو انهن کي جهليو هو ۽ در وٽ مزدورن جي آسماني رنگ واري وردي ۾ ويٺل ماڻهو ڪامريڊ بارڻن هو، جيڪو اڻ

سنڌي طرح منهنجي گرفتاري جو سبب بڻيو. هو جنڪر ڪارخانن ۾ پارٽي جي لڪل گروهه سان واسطو رکندو هو. آئون هي ان ڪري ٿو ٻڌايان ته ڪنهن تي به مون ڪي هن حال ۾ آڻڻ جو الزام نه مڙهيو وڃي. ساٿين مان ڪنهن به غداري نه ڪئي ۽ نه وري ڪو ڏنو. اهو فقط هوڙيائي ۽ بدنصيبي جو نتيجو هو. ڪامريڊ بارڻن پنهنجي گجهي گروهه ۽ پارٽي جي اڳواڻن جي وچ ۾ لاڳاپو قائم ڪرڻ لاءِ خوش ڪري رهيو هو. سندس دوست ڪامريڊ جيلينڪ سازش جي اصولن کي ڪجهه حد تائين نظرانداز ڪندي لاڳاپو قائم ڪرڻ جو وعدو ڪيو. ان سوال تي هن مون سان اڳوات به ڪونه ڳالهايو ته جيئن ڪيس وچ ۾ آڻڻ ڪانسواءِ اهو ڪم ٿئي. اها پهرين غلطي هئي. ٻي وڌيڪ نقصانڪار غلطي هيءَ هئي ته ڪامريڊ بارڻن ڊوارڪ نالي هڪ شخص کي اها حقيقت ٻڌائي. ڪامريڊ بارڻن ان ساٿيءَ کي جيلينڪ جو نالو به ٻڌايو. انهيءَ ڪري جرمن جاسوس پوليس جي جيلينڪ جي گهر ۾ دلچسپي وڌي ويئي. انهي دلچسپي جو سبب جيلينڪ وارن جو اهو مکيه ڪم نه هو جيڪو هو ٻن سالن کان چڱي طرح ڪندا پي آيا، پر سازش جي اصولن تي هلندڙ جي فرض ۾ ترجيح گهٽي ان دلچسپي جو سبب ٿي. جرمن جاسوسي پوليس طرفان جيلينڪ کي خاص ان رات گرفتار ڪرڻ جنهن رات مونکي سندن گهر ۾ ماڻهن سان ملڻو

هو ۽ سندن ايتري وڏي تعداد ۾ اچڻ بالڪل اتفاقي هو.
اهو رٿيل پروگرام نہ هو. جيابنڪس وارا بہ ڏينهن
گرفتار ٿيڻ وارا هئا. ائين ڪٿي چئجي تہ جرمن جاسوسي
پوليس وارا جنڪرس ڪارخانن ۾ پارٽي جي اڪل
گروهہ جي ڪاميابي سان پٽي ڪرڻ ڪانپوءِ هن گهر
ڏانهن ”ٿڌي هوا کائڻ“ آيا هئا. پوليس جي اچڻ تي
اسان کي جيترو تعجب ٿيو هنن کي بہ مون کي هت
ڏسڻ تي ايترو ئي تعجب ٿيو. هنن کي اها بہ خبر ڪانہ
پيئي تہ ڪنهن کي هٿ ڪيو اٿن. جيڪڏهن مون
سان گڏ.... تہ ڪين ڪڏهن بہ اها خبر نہ پوي ها.

ڪمري نمبر ٤٠٠ ۾ منهنجن پهرين خيالن کي جاري
رکڻ جو هي سلسلو ڪجهہ وقت کان پوءِ شروع ٿيو
ان وقت آئون اڪيلو نہ هئس. بينچ ۽ پٽين جا پاسا
ماڻهن سان ولاريا پيا هئا. حيرت انگيز واقعن سان پر وقت
جي گاڏي هلندي ويئي. ڪيترا عجيب حيرت وارا واقعا
جيڪي مونکي سمجهہ ۾ ئي نہ ايندا هئا ۽ ڪيترا
ڏيڇاريندڙ حيرت وارا واقعا، جيڪي مونکي چڱي طرح
سمجهہ ۾ ايندا هئا!

پهرين تعجب ۾ وجهندڙ ڳالهہ مٿين پنهي درجن
۾ نٿي اچي. اها هڪ ننڍڙي دل وندرائيندڙ ڳالهہ هئي.
جيڪا ڪنهن لاءِ اهميت واري نہ هئي.

ٻي تعجب واري ڳالهہ: چار ماڻهو ڪمري ۾ اندر
اچي پهرو ڏيندڙ غير فوجين مونکي چيڪ پوليءَ ۾

ڪيڪاريو. هو ڪرسيءَ تي ويهي آرام ۽ بي ڊپائي سان سگريٽ دکائيندو رهيو. جيئن ته هو هتي جا عملدار آهن. پر آئون ڪين سڃاڻان. گهٽ ۾ گهٽ ٽن ڪي ته چڱيءَ طرح سڃاڻان. ٻه ٻڪ سان جرمن جاسوسي پوليس جا پڳهاردار نيتا تي سگهن — شايد ڇجن ٻه؟ اهي ٻه؟ هو آر آهي. تنهن وقت پارٽي ۽ مزدور يونين جو سيڪريٽري هو. سياءُ اڊنگو اتس پر وفادار هو — نه، اهو ممڪن نه آهي. ٻوءَ انڪاڪووا آهي. ڏن وقت به هميشه وانگيان خوش مزاج ۽ سهڻي. جيتوڻيڪ سندس وار اڇا ٿي ويا آهن. جدوجهد ۾ هميشه مضبوط ۽ پختي ارادي واري پئي رهي آهي. نه، اهو ممڪن نه آهي. هو اتر بوهيميا جي کاڻين ۾ ڪم ڪندڙ ويڪ آهي ۽ پوءِ پارٽي سيڪريٽري ٿيو هو. آئون ڪيس ڪين نه سڃاڻان. اتر ۾ اسان ڏاڍيون ڏکيون گهڙيون گڏ گذاريون آهن. ڪير هن کي سندن اڳيان جهڪائي سگهيو ٿي؟ نه اهو ناممڪن آهي. پر هنن کي هت ڇا کپي؟ هو هت ڇا پيا ڪن؟

مون اڃا انهن سوالن جا جواب ئي نه لڌا ته وڏيڪ ماڻهو اندر اچن ٿا. هو مائريڪ، جيلينڪس ۽ فرائيڊس وارن کي اندر آڻين ٿا — هائو، ايتري خبر اٿم.

افسوس انهن کي به مون سان گڏ گرفتار ڪيو ويو. پر چترڪاري جي تاريخ لکندڙ پاويل ڪروپڪ، جنهن مائريڪ کي اديبن ۾ ڪم ڪرڻ ۾ مدد ڏني

هئي، سو چٽ هٿ آهي؟ مائريڪ ۽ مونکان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به هن بابت خبر هئي ڇا؟ ۽ ٽڪن سان ڇڇريل منهن وارو اهو قداور نوجوان جنهن مون کي اشارو پيو ڪري ته اسين هڪ ٻئي کي ڪونه سڃاڻون؟ آئون ڪيس سڃاڻان به ڪونه. هو ڪير آهي؟ اسٽيچ؟ ڊاڪٽر اسٽيچ؟ زدينڪ؟ يا خدا، ان جو مطلب هي ٿيو ته ڊاڪٽرن وارو گروهه به! مائريڪ ۽ مون کانسواءِ ٻئي ڪنهن کي ان جي ڪهڙي خبر؟

جواب ڏنيو ڪونه هو، پر ان ذهن تي وڏو بار ٿي وڌو. مائريڪ جهڪي پيو آهي. مائريڪ ٻڌائي ڇڏيو آهي. اڃا به ٿوري گهڙي تائين اميد هئم ته شايد هن سڀ ڪجهه نه ٻڌايو هجي. پر پوءِ هو گرفتار ٿيل ماڻهن جو هڪ پيو ٽولو سان وٺي آيا— ولاديمير وانڪورا، پروفيسر فيابر ۽ سندس پٽ، بيدورخ، ڪلاويڪ جيڪو سڃاڻپ ڪان ٻي ٻاهر هجي، بوزينا بلپا نووا، گيندورخ، ايلبل، مجسما ٽاهيندڙ دوواراڪ مطلب ته جن ماڻهن ڇيڪ اديبن جي قومي انقلابي ڪاميٽي ٺاهي هئي يا ٺاهڻ وارا هئا سي سڀ هت موجود هئا. مائريڪ اديبن ۾ ڪم بابت سڀ سچيون ڪري ڇڏيون.

پيٽسچڪ محل ۾ پهريان ڏينهن به ڪي سولا ڪونه هئا. پر هي منهنجي لاءِ سڀ کان وڏو ڌڪ هو. سون کي موت جي پڪ هئي، پر غداري جو گمان به ڪونه هو. ان گهائوءَ کي نرمي سان وٺڻ، ٻاهرين حالتن کي

خيال ۾ رکڻ يا مائريڪ جيڪو ڪجهه نہ ٻڌايو آهي تنهن ڪي ذهن ۾ رکڻ جي باوجود، آئون غداريءَ کان سواءِ ٻيو ڪو لفظ هٿ ڪري نہ سگهيس.

هاڻي مون کي خبر پئي تہ پهرين رات ئي هنن کي منهنجو نالو ڪنهن ٻڌايو. هاڻي سمجهيم تہ انيڪا جراسڪووا هٿ ڪيئن پهتي. سندس جاءِ تي آئون ڪيترا ڀيرا مائريڪ سان مليو هئس هاڻي مون محسوس ڪيو تہ ڪوراپيڪ ۽ ڊاڪٽر اسٽيچ ڇو هٿ پهتا.

گهڻو ڪري آئون هر روز ڪمري نمبر ۴۰۰ ۾ ويندو هئس ۽ هر دفعي نوان تفصيل ٻڌندو هئس. اهي پروائتا تفصيل دل کي ڏاڍو ڏک پهچائيندا هئا. مائريڪ اهو ماڻهو هو جيڪو اسپين جي محاذ تي وڙهندي گولين کان نہ ڊنو ۽ نہ وري فرانس ۾ پورهيت جي ڪئمپن ۾ ظلمن کان ڊنو. هاڻي جرمن جاسوسي پوليس جي ڏنڊي اڳيان جهڪي پيو ۽ پاڻ کي بچائڻ لاءِ سڀيون ڪيائين سندس همت ڪيتري نہ سطحي هئي جو ٿورن ئي ڏکن سان هلي ويئي. اهڙي سطحي جهڙا سندس عقيدا. ماڻهن سان گڏ هوندي هو ڏاڍو مضبوط هو ڇاڪاڻ تہ ڪيس هنن جو خيال هو. پر جڏهن اڪيلو ٿيو ۽ مٿس دشمن جو بار ٿيو تڏهن سندس سموري همت هلي ويئي. هن سڀ ڪجهہ وڃائي ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ هن رڳو پاڻ بابت سوچڻ شروع ڪيو. پاڻ کي بچائڻ لاءِ هن ساٿين کي قربان ڪيو. مٿس بزدلي ڇانئجي ويئي ۽ هو بزدل مان ڦري غدارئي ويو.

هن نازيت کي اهو جواب نه ڏنو ته غداري ڪرڻ کان موت بهتر آهي. هن سڀ سچيون ڪيون. ڪين ٻن ساٿين جا نالا ٻڌايا. ڊڪ لڪل گهر جي ائڊريس ڏنائين هن اسٽيج سان ميٽنگ وقت جرمن جاسوسي پوليس جا ايجنٽ پاڻ سان آندا. هنن دووراڪ جي گهر وڪالويڪ ۽ ڪروپيڪ سان ميٽنگ لاءِ جرمن جاسوسي پوليس جا ماڻهو موڪليا. هن انيسڪا بابت ٻڌايو. هن لڊا بابت به ٻڌايو جيڪا سائس پيار ڪندي هئي. هوءَ وڏي عزم ۽ همت واري ڇوڪري آهي. ٻه چار ڏڪ لڳڻ کان پوءِ مائريڪ اڌ ڳالهيون ٻڌائي ڇڏيون ۽ جڏهن خبر پيس ته آئون مري ويو آهيان ۽ ڪائنس ڇڙڻ وارو ڪوڪوئه رهيو آهي ته پوءِ باقي رهيون کهيون سڀ ڳالهيون به ٻڌائي ڇڏيائين.

ائين ڪرڻ سان هن مون کي ڪو نقصان ڪونه پهچايو. آئون اڳيئي جرمن جاسوسي پوليس جي هٿن ۾ هئس— ان کان وڌيڪ مون کي ڪهڙو نقصان ٿي پهچي سگهيو. ان جي ابتڙ سندس شاهديءَ ۾ جيڪي ڏوس ڳالهيون بيان ڪيون ويون هيون تن تي ئي سڄي آڏي ـ پڇا جو بنياد هو. ٻين لفظن ۾ سندس بيان ڊڪ زنجير جي شروعات هئي جنهن جون باقي ڪڙيون منهنجي هٿ ۾ هيون ۽ انهن کي معلوم ڪرڻ سان ڪين خوشي ٿئي ها— اهوئي سبب هو جو مارشل لا لڳو تيڻ کان پوءِ به آئون بچيور هيس تنهنڪانسواءِ مون ۽ اسان جي گروهه جو وڏو حصو نه بچي ويو. پر حقيقت ۾ جيڪڏهن

هو پنهنجو فرض پورو ڪري ها ته پوءِ ان گروهه جي
ڪنهن کي به خبر ڪانه پوي ها. اهڙن هئي گهڻو وقت
اڳيئي مري وڃون ها، پر بچي وڃن ها ۽ انهن جي
وڃڻ کان پوءِ ڪم جاري رکن ها.

هڪ بزدل ماڻهو پنهنجي زندگي کان گهڻو ڪجهه وڌيڪ
وڃائيندو آهي. هو به گهڻو ڪجهه وڃائي چڪو آهي. هو هڪ
عظيم فوج کي ڇڏي ڀڄي ويو ۽ ذليل دشمن جهڙي
نفرت خاصل ڪيائين. هو جيئرو هو پر سندس زندگي
ختم ٿي ويئي هئي. چاڪاڻ ته هن پاڻ کي ساٿين جي ساٿ
سان پاڻ ٽيٽڙي ڪيو هو. اڳتي هاي هن پاڻ کي ڏورو
سڌارڻ جي ڪوشش ڪئي پر وري ڪنهن به هن کي
پنهنجو ڪري نه سمجهيو. جيل ۾ اهو سڀ کان وڌيڪ
ڀيانڪ هوندو آهي.

قيدي ۽ هيڪلائي — گهڻو ڪري اهي ٻئي ڳالهيون
گڏ هونديون آهن پر اهو بلڪل غلط آهي. قيدي
اڪيلو نه هوندو آهي. جيل هڪ وڏو ويڙهه هوندو
آهي ۽ جيڪڏهن ماڻهو پاڻ کي ٻين کان جدا نه
ڪري ڇڏي ته پوءِ ڪيس اڪيلو رکڻ سان به ٻين
ماڻهن کان جدا نٿو ڪري سگهجي. مظلوم انسان جي
لاچاري تي هٿ ديانه آندو وڃي ٿو، جنهن جي ڪري
اها وڌيڪ لاچاري ۽ وڌيڪ مضبوط ٿئي ٿي. جيل جي
ڪوٺڙين جون ڀتيون به ان لاچاري کي ٽيون جهڙي
سگهن. اها لاڳاپي سڄي جيل ۾ ايڪو قائم ڪري

ٿي. اهڙن ٿورن لفظن ۾ وڏن ڪارنامن جي پائڇاري آهي. چاڪاڻ تہ فقط هڪ هٿ جو ڏباءُ يا لڪ چوري ڏنل سگريٽ ان ٻچري کي ٿوڙيو ڇڏي جنهن ۾ توکي بند ڪيو ويو آهي. اها هڪ اهڙي پائڇاري آهي جيڪا رت جي قرباني ڏئي ٿي پر ان کي ڪير دٻائي نٿو سگهي. جيڪڏهن توکي ان پائڇاري جي آڌار نہ هجي ها تہ تون يا پاڻ سان ڪوبہ ٻيو ان مصيبت جو ڏهون حصو بہ برداشت نہ ڪري سگهي.

جيڪڏهن آئون هن داستان کي پورو ڪري سگهيس تہ پوءِ ”ڪمرو نمبر ٤٠٠“ جا لفظ ور ور ڪري اچيان ايندا (چاڪاڻ تہ اسان کي نہ ڏينهن رات جي نہ وري ڪلاڪ جي خبر آهي). ان ڪمري ۾ منهنجون پهريون گهڙيون ۽ پهريان خيال ڪي چڱا ڪونہ هئا. پر هي ڪمرو اهڙو نہ هو، جهڙو سون شروع ۾ سمجهيو هو. اهو انسانن جو هڪ تمام وڏو ڪٽنب هو. هڪ خوشين سان ڀرپور جدوجهد ڪندڙ ڪٽنب.

١٩٤٠ ۾ ڪميونسٽ دشمن ڪاتي جي ڪم وڌي وڃڻ ڪري اهو ڪمرو قائم ٿيو. اهو ”گهروجيل“ جي شاخ هو. ”سئنيما“ ويٽنگ روم جهڙي شاخ هئي تہ جيئن ڪميونسٽن کي هر ٻيا ڳاڇا لاءِ هيٺان نہ آڻڻو پوي ۽ هو ٻيا ڳاڇا ڪندڙ جاسوسي پوليس جي عملدارن جي ويجهو هجن.

پر جتي بہ قيدي گڏ هجن ۽ خاص ڪري جيڪڏهن

اهي ڪميونسٽ هجن ته پوءِ پنجن منٽن ۾ هڪ اهڙو ڪئنب قائم ٿي ويندو، جيڪو دشمن جي سيني رتن تي خاڪ ۾ گڏجي چڙهيندو. ١٩٤٢ ڌاري ان جو نالو وچي ”ڪميونسٽ سرڪز“ بڇيو هو. ان ۾ گهڻيون تبديليون آيون. هزارين ساٿي جن ۾ عورتون ۽ مرد شامل هئا سي هڪ ٻئي جي پٺيان انهن بينچن تي آيا. پر ان ۾ هڪ شيءِ ڪڏهن به نه بدلي، پائچاري جو جذبو، دل سان جدوجهد ۽ سوپ ۾ يقين.

ڪمرو نمبر ٤٠٠ دشمن جي علاقي ۾ هڪ ڪاهي دو، جنهن جي چوڌاري دشمن هئا ۽ ان تي لاڳيتو گولي پئي هلي پر ان هڪ گهڙي لاءِ به پيش پوڻ بابت نه سوچيو. ان ڪمري مٿان سرخ جهنڊو لڏي رهيو هو. پر ان به آزادي لاءِ وڙهندڙ سڄي ملڪ جي پڌي تي ظاهر ڪئي.

هيٺ ”سئنيما“ ۽ فوجي بوٽن ۾ جرمن جاسوسي پوليس وارا پهرو ڏيندا آدن ۽ فقط اڪ چنيڻ تي به وڏي وات هڪل ڪندا آهن. هت ڪمري نمبر ٤٠٠ ۾ قيدين تي پهري جا ذميدار چيڪ انسپيڪٽر ۽ پوليس هيڊ ڪوارٽر جا ايجنٽ هئا، جيڪي پنهنجو پاڻ يا سندن وڏن عملدارن جي حڪم تي ترجمو ڪندڙن جي حيثيت ۾ جرمن جاسوسي پوليس وٽ ملازم ٿيا هئا ۽ جرمن جاسوسي پوليس جي نوڪرن — يا چيڪ باشندن جي حيثيت ۾ پنهنجا فرض پورا ڪرڻ لڳا. ڪي وري انهن

پنهنجي وچ ۾ هئا. هت ڪنهن کي اڏيشن جي حالت ۾ ويهڻو نه پوندو هو. هت ماڻهو وڏيڪ آزاد نموني ويهي سگهندو هو، چوڏاري ڏسي سگهندو هو يا پنهنجن هٿن سان اشارا به ڪري سگهندو هو يا ته ان کان ڪجهه وڏيڪ ڪري سگهندو. ان جو مدار ان ڳالهه تي هوندو هو ته، مٿين ٽنهي قسمن سان ڪهڙي قسم جو پهريدار ديوٽي تي آهي.

ڪمري نمبر ۱۰۰ ۾ تو کي ان جانور جي اندر جي گهٽي خبر پوندي جنهن کي انسان سڏيو وڃي ٿو. سوت جي وبجهائپ هر ماڻهو کي اگهاڙو ڪريو ڇڏي. انهن ۾ اهي ماڻهو به شامل آهن جن جي ٻي ٻانهن تي ڳچا ڳاچا هيٺ ڪميونسٽن جو ڳاڙهو نشان هڏل هو يا جن تي ڪميونسٽن جي سان ڏيڻ جو الزام هو. انهن ۾ اهي ماڻهو به شامل هئا جيڪي پهرو ڏيندا هئا يا ڪڏهن ڪڏهن پر واري ڪمري ۾ پڇا ڳاڇا وقت موجود هئا اتي آڏي پڇا وقت لفظ ڊال به تي سگهن ٿا ته هٿيار به. پر هت ڪمري نمبر ۱۰۰ ۾ ڪير به لفظن جي پٺيان نٿو لڪي سگهي. هت اها ڳالهه مکيه نه هئي ته تو ڇا ڳالهايو پر تنهنجي اندر ۾ ڇا آهي ۽ تنهنجي اندر ۾ فقط بنيادي شيءِ وڃي رهي ٿي باقي سڀ سوت کان اڳ ايندڙ طوفان جي نظر ٿيو وڃي. وفادار منهن ڏين ٿا ۽ غدار غداري ڪن ٿا، ننڍي دل وارا ڀيهي نٿا سگهن ۽ سور مقابلو ڪن ٿا. هر ماڻهو ۾ قوت ۽

ڪمزوري، همت ۽ ڏپ، سچ ۽ ڪچ هوندو آهي، پر
هت فقط هڪ شيءِ رهندي، يا هي يا هو. جيڪڏهن
ماڻهو انهن ٻنهي ڳالهين ۾ توازن رکڻ جي ڪوشش
ڪئي ته پوءِ هو ان ماڻهن کان به وڌيڪ ظاهر ٿيو
پوي جيڪو پنهنجي ٽوپيءَ ۾ ڦڪو ڪنپ هڻي ميت
جي اڳيان نچندو آهي.

قيدين توڙي چيڪ انسپيڪٽرن ۽ ايجنٽن ۾ اهڙا
ماڻهو موجود هئا. ٻچا ڳاچا وقت هو پنهنجي آقا نازين
جي خدا لاءِ ميڻ بتي ٻاريندا هئا، ته ڪمري نمبر ۴٠٠
۾ وري بالشيوڪ شيطان لاءِ هڪ ٻي ميڻ بتي ٻاريندا
هئا. جرمن عملدار جن اڳيان سچي ڪرائڻ لاءِ تنهنجا
ڏند به ڀڃندا هئا ته ڪمري نمبر ۴٠٠ ۾ وري دوستاڻي
روش اختيار ڪندا هئا ۽ تنهنجي پيٽ جي باهه وسائڻ
لاءِ ماني ٽڪر ڏيندا هئا. گهر جي جهاڙو وقت هو
تنهنجون شيون چوري ڪري ويندا ته ڪمري نمبر
۴٠٠ ۾ وري لڪيل مال مان توکي سگريٽ جو ٽوٽو
ڏيندا آهن ۽ اهو ظاهر ڪندا آهن، ته ڪين توسان
همدردي آهي. ٻيا وري اهڙا ماڻهو آهن جيڪي پنهنجو
پاڻ کنهن کي ڪوبه نقصان نه پهچائيندا ۽ نه وري
کنهن جي ڪا مدد ڪندا. هنن کي هميشه پنهنجو
خيال هوندو آهي. سندن اهڙي طبع جي ڪري هو سڄا
سياسي بئروڪريٽ هئا. جرمن عملدارن جي اڳيان چوندا
هئا ته جرمني جون فوجون اسٽالن گراڊ ڏانهن پيشقدمي

ڪري رهيون آهن ۽ قيدين جي اڳيان چوندا هئا ته صورت حال بهتر آهي. اسٽالن گراڊ وٽ جرمن فوجن کي ڀڄڻو پيو وڃي ۽ سرخ فوج روستوف کان به اڳتي وڌي رهي آهي. انهن ماڻهن جا پيا اهڙا پائر آهن. جيڪي تنهنجي ڀڄڻ وقت پنهنجن ڪيسن ۾ هٿ وجهيو بيٺا هوندا پر جڏهن تون پنهنجي همت سان ڪناري تي اچي ويندين ته پوءِ پنهنجو هٿ توڏانهن ڊگهريندا.

ان قسم جا انسپيڪٽر ڪمري نمبر ۴۰۰ جي پائچاري کان واقف هئا ۽ پاڻ کي ان سان ملائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. چالاڪ ته هو ان جي قوت کي پسند ڪندا هئا. هو ڪڏهن به ان برادري ۾ شامل نه هئا. ٻئي قسم جا انسپيڪٽر ان پائچاري کان بلڪل اڻ واقف هئا. هو خوني هئا. پر خوني به هڪ انساني ڪٽنب سان ٿئي ٿو. جيڪ پولي ڳالهائيندڙ حيوان جيڪي قيدين کي ايترا ته عذاب ڏيندا هئا جو اهي عذاب ڏسي ڪي جرمن عملدار به ڊڄي ويندا هئا. هو ماڻهن کي عذاب ڏيئي پورو ڪري ڇڏيندا هئا. ماڻهن جون اکيون يا ميڇالو ڪڍي ڇڏيندا هئا. نازڪ هنڌن تي عذاب ڏيندا هئا. اهو سڀ ڪندي هنن کي خوشي ٿيندي هئي. هر روز انهن سان واسطو پوندو هو ۽ هر روز انهن جي موجودگي برداشت ڪرڻي پوندي هئي. سندن موجودگي هوا ۾ رت ۽ دانهون ڀري ڇڏيندي هئي ۽ تنهنجي مدد فقط تنهنجو پختو يقين ئي هو ته

جيڪڏهن هنن پنهنجن ڏوهن جا سمورا شاهد قتل ڪري ڇڏيا ته به هو انصاف کان پڇي نه سگهندا.

---

# باب پنجون

## ننڍيون ۽ وڏيون شخصيتون:

هڪ ڳالهه چوان؟ توهان جيڪي هن ڏکئي وقت کان پوءِ به زنده رهندا، هنن حالتن کي نه وسارجو. نکي چڱين ۽ نه وري بڇڙين کي. صبر سان انهن ماڻهن بابت شهادتون گڏ ڪجو جن پنهنجي ۽ اوهان جي لاءِ سندن حياتيون قربان ڪيون آهن. ڪنهن وقت اڄوڪو ڏينهن ماضي ٿي چڪو هوندو. ماڻهو هڪ عظيم دور ۽ بي نام سورمن جو به ذڪر ڪندا، جن تاريخ ٺاهي. خواهش اٿم ته اها ڳالهه پڌري ڪئي وڃي ته اهي بي نام سورما نه هئا. اهي ماڻهو جن جا نالا هئا، جن کي شڪليون هيون، سندن امنگون ۽ آسون هيون، انهن مان گهٽ ۾ گهٽ مصيبت سهندڙ جي مصيبت به ان کان گهٽ نه هئي، جو ان جو نالو تاريخ ۾ محفوظ نه ٿي سگهي. خواهش اٿم ته هو به توهانکي اهڙا ويجها هجن، جيترا ڪي مٽ مائٽ ويجها هوندا آهن،

يا جيترو توهان پنهنجو پاڻ کي ويجهو سمجهو ٿا.

سورهن جا سچا خاندان قتل ٿيا آهن. گهٽ ۾ گهٽ انهن مان ڪنهن هڪ کي پٽ ۽ ڌيءَ وانگيان پيار ڪرڻ ته سگهو. انهيءَ تي هڪ عظيم انسان وانگر فخر ڪريو، جيڪو مستقبل لاءِ قربان ٿيو هجي. هر ماڻهو، جيڪو وفاداريءَ سان مستقبل لاءِ زنده رهيو ۽ ان جي حسن خاطر قربان ٿيو سو پٿر جو گهڙيل هڪ مجسمو آهي.

هر اهو ماڻهو جنهن ماضي جي مٽي مان انقلاب جي وهڪري کي بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، سو سڙيل ڪنديءَ ڪاٺيءَ جي هڪ ننڍي مورتي هو، پوءِ اڄ ڪٿي سندس ڪاهن تي وڏي عهدي جا تمغا ڇو نه لڳل هجن. انهن ننڍين شخصيتن کي به سندن ڪميڻائي ۽ نيچپڻي، سندن بي رحمي ۽ بيهودگي جي روشني ۾ زنده سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته ايندڙ نسلن کي هن دور جو تصور ڪرڻ لاءِ اهو وڏو مواد آهي.

جيڪي ڪجهه آئون بيان ڪريان، سو فقط مواد ئي آهي. هڪ شاهد جي شاهدي. فقط اهي ٽڪرا جيڪي آئون ڪنهن منظر ڪانسواءِ هڪ ننڍي محاذ ۾ ڏسي سگهيو آهيان. پر انهن ۾ حقيقي هڪجهڙائي جون خصوصيتون آهن: عظيم ۽ حقير، شخصيتون، وڏيون ۽ ننڍيون.

جيابڪس ڪتنب.

جوزف ۽ ميري. جوزف هڪ ٽرام ڊرائيور آهي ۽ ميري گهرڀاتو نوڪرياڻي آهي. توهان کي هنن جي گهر بابت ڪجهه ٻڌائڻ ضروري آهي. گهر سادو ۽ صاف سٿرو، ڪتابن جو وڏو ڪٻٽ، هڪ مجسمو، ڀتين تي تصويرون ۽ ٻوٽا، ان کان سواءِ ٻيو ڪجهه ڪونهي. مون ان گهر جي ماحول ۾ سوچيو ته اهو نه ٿو لڳي ته ڪو هتي ماڻهو رهندا آهن ۽ ڪيس ٻاهرين دنيا جي خبر ئي نه هوندي. پر هو ڪيترن سالن کان ڪميونسٽ پارٽي جو ڪم ڪري رهي آهي ۽ پنهنجي نموني انصاف جا خواب ڏسي ٿي. پنهنجي دل لڳائي ماڻ ۾ ڪم ڪيو ۽ جڏهن ساڪ جي قبضي هيٺ وڃڻ کان پوءِ، هنن تي وڏيڪ بار پوڻ لڳو، تڏهن به هنن نه گهٻرايو. ٽن سالن کان پوءِ جڏهن پوليس سندن گهر ۾ گهڙي تڏهن هو ٻئي هڪ ٻئي سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺا هئا ۽ سندن هٿ مٿي هئا.

**١٩ مئي ١٩٤٣:**

اڄ رات هو منهنجي زال گستينا کي ”ڪم لاءِ“ پوليند وٺي ويا وڃن. ڪاٺين ۾ پورهئي ڪرڻ لاءِ جتي ڏو شايد مدي جي تپ وگهي مري وڃي. ٿي سگهي ٿو ته، سندس زندگي جا ڪجهه هفتا باقي هجن، شايد ٻه يا ٽي مهينا. ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته منهنجا ڪاغذ ڪورٽ کي پيش ڪيا ويا آهن. پانڪريڪ جيل ۾ شايد وڌيڪ مهينو ڪن پڇا هلي ۽ پوءِ ٻن ٽن مهنن اندر زندگي پوري ٿي وڃي ۽ هي داستان پورو نه به ٿئي. ڪجهه ڏينهن اندر، جي موقعو مليو ته ان کي جاري

رکڻ جي ڪوشش ڪندس. اڄ آئون ننڍو لکي سگهان
منهنجي دل ۽ دماغ گستينا جي يادن سان پر آهن. هڪ
سپاهي ۽ نيڪ دل انسان، منهنجي زندگيءَ جو اهڃو ساٿي،
جنهن حادثا گهٽا ڏٺا ۽ سٺا پر سانتيڪي بڻيو ڪانه هئي.
هر شام آئون سندس پسند جو نغمو ڳائيندو آهيان:
جنهن ۾ گوريلا مجاهدن جي لڙاين، هڪ ڪوزاڪ
عورت، جيڪا آزاديءَ لاءِ مردن سان گڏ وڙهي ٿي،
سندس بهادريءَ ۽ ڪئينءَ هڪ لڙائي ۾ هوءَ پاڻ کي
زمين تان مٿي نه ڪري سگهي، جو ذڪر آهي.
جدوجهد ۾ ٻانهن ٻيلي ۽ پيارا جيون ساٿي، تو کي
سلام! هن نيڙي جان ۾ ڪيڏي نه همت ۽ سندس
ٻارائين اکڙين ۾ ڪيڏي نه معصوميت آهي. جدوجهد
جي ڪري ٿوري وقت ڪانپوءِ جيڪي وڇڙڻا اچن ٿا،
تن اسانکي هڪ ٻي جو دائمي عاشق ڪري ڇڏيو آهي،
جن زندگي ۾ هڪ دفعو نه، پر سوين ڀيرا عاشقن جي
ٻهرين گڏجاڻي واريون گهڙيون گهاريون آهن پر تنهن
هوندي به اسانجي دلين کي هميشه ساڳي ڏڙڪ ملائي
ٿي، ساڳيو ساهه، جيڪو اسين خوشيءَ يا انتظار، جوش
يا ڏک جي گهڙين ۾ کڻون ٿا.
ڪيترن سالن کان اسان گڏ ڪم ڪيو آهي ۽
هڪ ٻئي جي مدد ڪئي آهي، بلڪل ائين جيئن هڪ
ساٿي ٻئي ساٿيءَ جي مدد ڪندو آهي، ڪيترن سالن کان
هو منهنجي لکيئن جي ٻهرين پڙهندڙ ۽ ٻهرين نقاد

پئي رهي آهي ۽ تڏهن لکڻ کيڏو نه ڏکيو هو، جڏهن مونکي پنهنجي پڙهيان سندس پيارين نظرون نٿي محسوس ٿيون. چاڪاڻ ته سالن جا سال اسين هٿ ۾ هٿ ڏيئي پنهنجي پياري ديس جي ڌرتي تي گهمياسين. اسان ڪيترا ڪشالا ڪڍيا ۽ ڪيترا خوشين جا ڏهاڙا بہ گڏ گهارياسين، چاڪاڻ ته اسان وٽ اها دولت تمام گهڻي هئي، جيڪا غريبن وٽ هوندي آهي.

گستيڻا؟ ڏنو، اها اٿو گستيڻا:

مارشل لا لڳڻ کانپوءِ گذريل سال جون جي وچ ڌاري منهنجي گرفتاريءَ کان ڇهہ هفتا پوءِ تہ، پهريون ڀيرو مون سان ملڻ آئي. ان ملاقات کان اڳ هن پنهنجي ڪال ڪوٺڙي ۾ ڪيترائي ڀيرا منهنجي موت جي خبر بابت سوچيو ۽ هنن مونکي پنهنجي پڪي پختي ارادي کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ ني، ڪيس آندو هو.

”سمجهائينس.“ هڪ عملدار ڪيس منهنجي سامهون چيو، ”سمجهائينس عقل کان ڪم وٺي. جيئي پنهنجو خيال نہ اٿس تہ گهٽ ۾ گهٽ تنهنجو تہ خيال ڪرڻ کپيس. تو کي ڪلاڪن جي مهلت ٿا ڏيون، تہ تون سوچي وٺ. جيڪڏهين هي اڃا بہ ضد ڪري بيٺو، تہ پوءِ سانجهيءَ اوهان ٻنهي کي گولين سان اڏايو ويندو. تو هان ٻنهي کي! سمجهيو.“

نماڻن اکين سان مون ڏانهن نهاريندي هن جواب ڏنو: ”آفيسر اها منهنجي لاءِ ڏپ واري ڳالهہ نہ آهي.

اها تہ منهنجي آخري خواهش آهي. جيڪڏهن هن ڪي
گولي هڻو تہ مونکي بہ ان سان گڏ گولي هڻو."

اها اٿو پياري گستينا! سندس محبت ۽ مستقل مزاجي.
منهنجي سچڻ گستينا! هو اسان کي ماري سگهن ٿا، پر اسان
جي! عزت ۽ محبت اسان کان ڦري نٿا سگهن. اي انسانو!
اوهين تصور ڪري سگهو ٿا تہ هن مصيبت ڪانپوءِ
جڏهين اسين هڪ ٻئي کي وري آزاد زندگي ۾ ملون—
زندگي، جنهن ۾ آزاديءَ ۽ تخليقي ڪم جي سونهن هوندي
آهي— جڏهن اها پرهہ ڦٽي، جنهن جا اسين منتظر آهيون،
۽ جنهن لاءِ جدوجهد ڪندا رهيا آهيون. ۽ جنهن لاءِ
هاڻي اسين موت جي منهن ۾ وڃي رهيا آهيون، تہ پوءِ
اسانکي ڪيئن زندگي گذارڻ گهرجي. سچ پچ تہ اسين
جيڪڏهين مري بہ وياسين تہ بہ اسان توهان جي عظيم
خوشين جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ زندهہ رهنداسين. ڇاڪاڻ
تہ اسان پنهنجون زندگيون انهن خوشين آڻڻ لاءِ ڏيئي
رهيا آهيون. جدائي جي غم هوندي بہ ان سان اسانکي
خوشي ٿيندي.

هنن اسانکي هڪ ٻئي کي الوداع چوڻ، ڀاڪر پائڻ،
يا هٿ ملائڻ بہ نہ ڏنو. فقط جيل جي ڀائيبندي، جنهن
چارلس چوڪ ۽ پانڪريڪ کي ڳنڍي ڇڏيو هو، اسان
تائين هڪ ٻئي جو حال احوال بہ پهچايو.

گستينا توکي ۽ مون کي خبر آهي تہ اسين شايد
وري ڪڏهن بہ هڪ ٻئي کي ڏسي نہ سگهون. تنهن

هوندي بہ پري کان تنھنجو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو: الوداع، منھنجا جيون ساٿي! الوداع منھنجي گستينا!
منھنجي وصيت.

لائبرري کان سواءِ مون وٽ ڪابہ ڪري ملڪيت ڪانھي ۽ ان کي جرمن جاسوسي پوليس تباھہ ڪري ڇڏيو آھي.

مون ڪيترائي سياسي ۽ ثقافتي مضمون، تبصرا، ادب ۽ ٿئيٽر بابت مطالعا لکيا آھن. انھن مان ڪيترا وقتي اھميت جا ھئا ۽ وقت گذرڻ ڪانپوءِ انھن جي اھميت ختم ٿي ويئي، پر ڪيترن جو زندگي سان واسطو آھي امید ھئم تہ گستينا انھن کي سھيڙيندي. ھاڻي گھٽي امید نہ اٿم. انھيءَ ڪري بھترين ساٿي لاڊا اسٽال کي عرض ڪندس تہ انھن مضمونن کي پنجن ڪتابن ۾ ترتيب ڏئي.

١– سياسي بحث مباحثي بابت مضمون.
٢– گھرو واقعن بابت چونڊ مضمون.
٣– سوويت يونين مان چونڊ مضمون.
٤ ۽ ٥– ادب ٿئيٽر بابت مضمون ۽ مطالعا.

انھن مضمونن ۽ مطالعن مان اڪثر "تووربا ۽ رودي پراوو" ۾، ڪجھہ "ڪمين، پرامين، پرولت ڪلات، دوبا، سوشلستا، ڇپيل آھن.

جولس زيڪر تي منھنجي مطالعي جو مسودو، ڪتاب ڇاپيندڙ، گرگل وٽ آھي، (جنھن جي آئون ان لاءِ عزت ڪندو آھيان تہ ھن جرمن فوجن جي قبضي وقت

منهنجي ڪتاب بوزينا نيمڪووا چيڻ ۾ وڏي همت ڏيکاري) سابينا بابت منهنجي مطالعي ۽ جان نرودا بابت ياداشتون ان جاءِ ۾ ڪنهن هنڌ لڪل آهن، جتي جيانڪس وارا رهندا هئا. هنن مان اڪثر سري ويا آهن.

مون موجوده دور بابت هڪ ڊگهي ڪهاڻي به لکڻ شروع ڪئي هئي. جنهن جا پهريان ٻه باب منهنجي مائٽن جي گهر آهن ۽ باقي شايد ناس ٿي ويئي آهي. مون پنهنجي ڪجهه ڪهاڻين جا ڪجهه مسودا جرمن جاسوسي پوليس جي ڪاغذن ۾ ڏٺا هئا.

ايندڙ نسل جي ادبي مورخ کي آئون جان نرودا لاءِ پنهنجي محبت ورثي ۾ ڏيان ٿو. هو اسان جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي، جنهن جون نظرون اسان کان اڳيا به وڌيڪ پراهين مستقبل کي ڏسن ٿيون. پراڻا تائين ڪي به اهڙا ڪتاب ڪين لکيا ويا آهن، جيڪي ڪيس سمجهن سندس قدر ڪن. سڀ کان وڌيڪ هي ڏيکارڻ ضروري آهي ته نرودا هڪ پرولتاري اديب هو. هرڪو- خود سالدا جهڙو روشن خيال ماڻهو به سمجهي ٿو ته نرودا جي اخبار نويسي سندس شاعري ۾ هڪ ڇاپ هئي. اهو غلط آهي. حقيقت ۾ نرودا جي اخبار نويس هئڻ ڪري ئي هو وڏي درجي جو شاعر ٿي سگهيو.

مثال طور سندس "ڪافيون ۽ عشقيا داستان"، "جمع جي ڏينهن جا گيت" ۽ سندس اڪثرا "سادا موضوع" اخبار نويس ماڻهوءَ مان سستي ڪڍيو ڇڏي

پر اخبار نويس کي سنڌس ٻڌندڙن سان ملائي ٿي ۽ اخبار نويسي شاعري ڪرڻ سيکاري ٿي، پر اخبار نويس اهڙو ايماندار هجي جهڙو نرودا هو، اخبار نويسي ڪانسواءِ هو شاعري جا شايد ڪيترائي جلد لکي وڃي ها، پر انهن مان هڪ به ڪتاب اڃا زنده نه هجي ها جيئن سنڌس سموري شاعري زنده آهي. ڪو نه ڪو شايد سابينا کي به مڪمل ڪندو. اهو ڪتاب مڪمل ڪرڻ جهڙو آهي.

بابا ۽ امڙ جي مونسان پيار جي عيوض مون پنهنجي محنت سان هنن لاءِ ۽ نه فقط هنن لاءِ پر سڀني لاءِ خوشيءَ جي ڏينهن جي ضمانت ڏيڻ ٿي گهري. سنهنجي سائن سان گڏ نه هئڻ ڪري شل انهن ڏينهن واري خوشي گهٽ نه ٿئي. پورهيت فاني آهي، پر سنڌس پورهيو زنده رهي ٿو. سنڌن چوڏاري جيڪا روشني ۽ خوشي هوندي تنهن ۾ آئون به لاڳيتو سنڌن ويجهو هوندس.

پنهنجي پيئرن ليپا ۽ ورڪا کي چوندس ته هو بابا ۽ امڙ کي گيت ٻڌائي ڪنڌب ۾ پيل خلا کي وسارڻ ۾ مدد ڪن. هو جڏهن پيستچڪ ۾ اسانکي ڏسڻ آيون تڏهين هنن پنهنجن اکڙين ۾ لڙڪ روڪي ڇڏيا. پر هنن ۾ خوشي اڃان زنده آهي. ان لاءِ آئون کين پيار ڪريان ٿو ۽ انهي ڪري اسين هڪ ٻئي کي پائيون ٿا. هو هميشه خوشي جو ٻج ڇٽين ٿيون— انهيءَ ڪم ۾ کين ڪڏهن به نه روڪيو وڃي.

آئون پنهنجي ۽ گستنيا طرفان انهن ساڻين سان گرمجوشي سان هٿ ملايان ٿو جيڪي هن آخري لڙائي ڪانپوءِ به زنده رهندا ۽ انهن سان به جيڪي اسان ڪانپوءِ ايندا اسان پنهنجو فرض پورو ڪيو آهي.

آئون وري پيهر هي ڳالهه دهرايان ٿو: اسين خوشين ڪاڻ زنده رهياسين، خوشي سان هن ڪشمڪش ۾ پهرو ورتوسون ۽ هائي خوشي جي زندگي لاءِ موت جي منهن ۾ وڃي رهيا آهيون. انهي ڪري ڏک جي ڪابه ڳالهه اسانجن نالن سان لاڳو نه ڪئي وڃي.

جولس فوچڪ

۱۹۰۵۰۴۳

۲۲ مئي ۱۹۴۳ ـ

ڪالهه عدالتي جاچ پوري ٿي ۽ ان تي دستخط ٿيا. ڪم ۾ منهنجي اندازي کان وڌيڪ اڪلاءُ تي رهيو آهي. هو به اسانجي معاملي ۾ شايد ٽڪڙ ۾ آهن. مونسان گڏ ليدا، پلاچا ۽ مائريڪ به جوابدار آهن. ڪانئرپٽي مان به ڪيس ڪجهه حاصل ڪونه ٿيو.

عدالتي جاچ وقت ڳالهيون ڪنهن حد تائين صحيح ۽ ٺوس هيون. جرمن جاسوسي پوليس وٽ اها به هڪ زندگي هئي. سخت مشڪل پر تنهن هوندي به زندگي ته هئي. ان ۾ جذبو هو. هڪ طرف زندگي ڪاڻ وڙهندڙن جو جذبو ته ٻي طرف شڪارين، شڪاري

حيوانن ۾ سنون سڌن رهزنن جو جذبو هو. اسانجي مخالفت مان ڪن ۾ ته، ڪنهن نه ڪنهن قسم جو جذبو هو. هتي عدالتي جاچ وقت فقط آفيس هئي، جن ۾ ويٺل ججن جي ڪالرن تي سوا ستيڪا جا نشان لڳل هئا. انهن نشانن مان جي عقيدا ٿي ظاهر ٿيا تن جو دراصل انهن وٽ ڪو وجود ئي ڪونه آهي. اهي هڪ ڍال آهن جن جي پٺيان هڪ غريب آفيسر پاڻ کي لڪائي ٿو ۽ ڪنهن نه ڪنهن نموني وقت گذارڻ جو منتظر آهي. ڏوهارين سان نڪي هو چڱو نڪي خراب برتاءُ ڪري ٿو. نه ڪاپي ٿو ۽ نه وري ڪاوڙجي ٿو. فقط ڊيوٽي ڏئي ٿو. رت باڪل نه، فقط پاڻيءَ جهڙو شوربو.

هنن کي جيڪي ڪجهه لکڻو هو سو لکي، ان تي صحيحون ڪيائون ۽ قانون جي فقرن کي سروڙي، سروڙي پنهنجو ڪم ڪيائون، چارج شيٽ ۾ ڇهه پيرا غداري ڪرڻ، نازي حڪومت خلاف سازشون ڪرڻ، هٿياربند تحريڪ شروع ڪرڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. پيو ان ۾ ڇا آهي؟ تنهن جي خبر نه اٿم. انهن مان هرهڪ الزام پنهنجي جاءِ تي ڪافي آهي.

١٣ مهينن کان آئون پنهنجي ۽ ٻين جي حياتي لاءِ لڙندو رهيو آهيان. چالاڪيءَ ۽ همٿ سان. سندن پروگرام ۾ ”نرود چالاڪي“ به شامل آهي. ان ۾ آئون به پاڻکي هوشيار سمجهان ٿو. آئون فقط ان ڪري هارائي رهيو آهيان جو سندن همٿ ۾ ڪهاڙي به آهي.

تہ پوءِ اها جدوجهد هاڻي پوري ٿـي. فقط انتظار جون گهڙيون آهن. ڏوهن جي فهرست پوري ڪرڻ ۾ ہہ يا ٽي هفتا لڳي ويندا ۽ پوءِ نازي حڪومت جي مرڪز، برلن ڏانهن سفر شروع ٿيندو. اتي وري ڪورٽ ۽ سـزا جو انتظار ۽ تنهن کانپوءِ ١٠٠ ڏينهن، موت اچڻ جي انتظار ۾. ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي. شايد چار پنج مهينا وڌيڪ زنده هجان. ان عرصي ۾ ڪيتريون تبديليون ٿي سگهن ٿيون. سڀ ڪجهہ بدلجي سگهي ٿو. اهـو سڀڪجهہ ممڪـن آهي. هـن جاءِ تان آئـون ڪو بہ وڌيڪ اندازو نٿو ڪري سگهان. ٻاهر حالتن جي رفتار جي تيزي اسانجي خاتمي ۾ بہ شايد تيزي آڻي. ان طرح ڳالهين ۾ توازن ٿئي ٿو.

هيءَ اميد ۽ جنگ جي وچ ۾ ڇتا پيٽي آهي. موت جي موت سان ڇتا پيٽي. پهرين ڪنهنجو مـوت ايندو. فسطائيت جو يا منهنجو؟ ڇا آئـون اڪيلو هي سـوال ڪريان ٿو؟ نہ. سوين هزار قيدي، لکين سپاهي ۽ سڄو يورپ توڙي دنيا جا ڪروڙين انسان اهو سوال ڪري رهيا آهن. ڪن کي ججهي اميد آهي، تہ ڪن کي گهٽ. پر اهو سڀ ڪجهہ ظاهر آهي تہ سرمايہ داري نظام هن وقت سـڙي ڪنو ٿـي رهيو آهـي ۽ ساڳئي وقت دنيا لاءِ جيڪي تباهيون پيو آڻي تن مان هرهڪ ماڻهوءَ کي پورو خطرو آهي. فسطايت کي دفنائڻ لاءِ لکين انسانن کي سر قربان ڪرڻا پوندا ۽ انکانپوءِ ئي

باقي بچيل انسان اهو جواب ڏيندا تہ اسان فسطائيت مان بچي نڪتا آهيون.

اهو فقط ڪجهہ مهينن جو معاملو آهي ۽ جلد ڳالهہ اچي ڪجهہ ڏينهن تي بيهندي. پر اهي آخري ڏينهن ئي سڀ کان وڌيڪ ڦهار هوندا. هميشه اهو پئي سوچيو اٿم تہ اها ڪيڏي نہ ڏک جي ڳالهہ ٿيندي جو ڪو ماڻهو آخري سپاهي هجي جنهن کي جنگ جي آخري گهڙي ۾ دل ۾ گولي لڳي. پر ڪنهن نہ ڪنهن کي آخري ٿيڻو آهي. جيڪڏهين خبر هجيم تہ آخري آئون ئي هوندس تہ جيڪر سڌو هليو وڃان.

پانڪريڪ جيل ۾ وڃي ٿورو وقت بچيو آهي. انڪري آئون هن رپورٽ کي اهڙي نموني پيش نہ ڪري سگهندس، جهڙي نموني پيش ڪرڻ کپي. هن داستان کي مختصر ڪرڻو پوندو. وقت کان وڌيڪ ماڻهن جا تفصيل ڏنا ويندا. سمجهان ٿو تہ اها ڳالهہ سڀ کان وڌيڪ اهم آهي.

مون انهن شخصيتن جو ذڪر جيلينڪس وارن کان شروع ڪيو. سادا ماڻهو جن کي رواجي حالتن ۾ توهان ڪڏهين بہ سورما تصور نہ ڪندؤ. گرفتاريءَ مهل پئي زال مڙس هڪ ٻئي پرسان هٿ مٿي ڪنيو بيٺا هئا. مڙس جي بدن جو رنگ ڪمزوري ڪري ڦڪو ٿي ويو هو ۽ زال جي منهن تي سلهہ جي مرض جا آثار نظر پئي آيا. پنجن منٽن ۾ جرمن جاسوسي پوليس وارن جڏهن

سنڌن سينگاريل ۽ صاف گهر کي ٻيگل ٽٽل سامان جي ڍير ۾ بدلائي ڇڏيو، تڏهن سنڌس اکين ۾ ڪجهه رت ڀرجي آيو. پوءِ هن آهستي آهستي پنهنجو ڪنڌ پنهنجي مڙس ڏانهن ڦيرائي چيو:

"جيلنڪ هاڻي ڇا ٿيندو؟"

هو خاموش طبيعت وارو ماڻهو هو، ڳالهائڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي هئس. هاڻي هن آهستي ۽ ڏکڻ ڪانسواءِ جواب ڏنو:

"مِيگ اسين مرڻ وارا آهيون."

هن نه ته ڪا ڏانهن ڪئي ۽ نه وري پريشاني ڏيکاريائين، فقط سهڻي انداز ۾ دشمن جي پستول جي اڳيان پنهنجي مڙس کي همت ڏنو. همت ڏيڻ تي جرمن جاسوسي پوليس وارن کيس ۽ مڙسس کي منهن تي ڌڪون هنيون. هن پنهنجي ڳل کي اگهندي بنا اجازت اندر ايندڙن کي حيرت مان ڏٺو ۽ ڇڙر واري نموني ۾ چيئي:

"اهڙا ڳيرو ۽ اهڙا وحشي!"

هن انهن ماڻهن جو صحيح انداز لڳايو هو. ڪجهه ڪلاڪ پوءِ هو کيس "پڇا" ڪندڙ عملدار جي ڪمري مان گهليندا ٻاهر آيا. هوءَ مارڪٽ ۽ عذابن جي ڪري بيهوش ٿي ويئي هئي. پر هو ڪانئس ڪابه سچي نه ڪرائي سگهيا. نه ان ڏينهن ۽ نه وري ان کانپوءِ.

هنن سان جيڪي وهيو واپريو تنهنجي مونکي پوري سڌ نہ آهي. چاڪاڻ تہ ڪيترا ڏينهن آئون پنهنجي ڪال ڪوٺڙي ۾ بيمار پيو هئس ۽ پڇا ڳاڇا ڪرڻ جي قابل نہ هئس. هو منهجو انتظار ڪندا رهيا. ڪيترا پيرا هنن جيانڪس کي چؤڪنبو پڌي ڏاڍيون مارون ڪيڍيون ۽ حد کان وڌيڪ عذاب ڏنا، پر هن کين ان وقت تائين ڪجهہ بہ نہ ٻڌايو جيسين مون اهو نہ ٻڌايو يا اشارن سان سمجهايو تہ کيس، ڇا ڇا ڳالهائڻ گهرجي يا ڪهڙي نموني جواب ڏيڻ کپيس، تہ جيئن جاچ ڪندڙ کي گمراہ ڪري سگهون.

گرفتاري کان اڳ آئون سمجهندو هئس تہ هوءَ حساس هئي. پر گيستاپو جيل واري سڄي عرصي ۾ مون سندس اکين ۾ ڪڏهن لڙڪ نہ ڏٺا. کيس پنهنجي گهر سان پيار هو، جڏهين ساڻين هن کي خوش ڪرڻ لاءِ چوائي موڪليو تہ اسان کي خبر آهي تہ ڪنهن تنهنجو سامان چورايو آهي ۽ اسين انهن کي ڏيان ۾ رکيو اچون تڏهين جواب ۾ چيائين:

"سامان وڃي ڪڏ ۾ پوي. ساڻين کي ان ڳالهہ تي وقت وڃائڻ نہ ڏيو. پيا ڪيترائي ضروري ڪم آهن ۽ هاڻي تہ هنن کي اسانجي پاران بہ ڪم ڪرڻو پوندو، چاڪاڻ تہ اسين تہ هاڻي جيل جي حوالي آهيون."

هڪ ڏينهن هو پنهي کي ڌارڌار هنڌن ڏانهن وٺي ويا. مون سندن بابت گهڻي پڇا ڪئي پر ڪجهہ بہ نہ

ويو. حقيقت ۾ جرمن جاسوسي پوليس جي هٿن ۾ وڃڻ کانپوءِ ماٺهو نشان ڇڏڻ کانسواءِ گم ٿيو وڃن، جيئن سوين مختلف هنڌن تي پڪڙيل ٻچ. چرياڻپ واري نموني ڇڏيل انهي ٻچ مان ڪيڙو فصل ڦٽندو.

سنڌس آخري وصيعت هيءَ هئي:

"مهرباني ڪري سيني کي چئو تہ مون لاءِ افسوس نہ ڪن ۽ نہ وري پريشان ٿين. مون هڪ مزدور جي حيثيت ۾ پنهنجو فرض پورو ڪيو آهي ۽ اهڙي نموني آئون مرنديس."

وي سوسلس ڪٽنب:

هي جيلنڪس جي پاڙي ۾ رهندا هئا. ڪين جوزف ۽ ميري جي نالن سان سڏيو ويندو هو. هي هڪ ننڍي عملدار جو گهر هو، پاڙي ۾ ٻين گهرن کان ڪجهہ وڌيڪ پراڻو هو. هي اصل نيوسل جو ويٺل هو. اڃان ڇوڪرو جوان ئي هو تہ، ڪيس فوج ۾ ڀرتي ڪري پهرين عالمي جنگ ۾ موڪليو ويو. ڪجهہ هفتن کانپوءِ ڪيس جنگ تان واپس آندو ويو. سنڌس هڪ گوڏو ڀڳي پيو هو ۽ اهو وري ڪڏهين ٺيڪ نہ ٿيو. جوزف ۽ ميري جي ڄاڻ سڃاڻ برنو جي فوجي اسپتال ۾ ٿي هئي جتي هوءَ نرس هئي. عمر ۾ کانئس اٺ سال وڏي هئي ۽ ناسازگار حالتن جي ڪري نرس کي ڇڏي چڪي هئي. جنگ کانپوءِ هن جوزف سان شادي ڪئي. هو مزدور ڪٽنبن ۾ پيدا ڪونہ ٿيا هئا ۽ نہ وري هنن کو

پرولتاري ڪتنب ئي ٺاهيو هو. هو جنهن رستي کان پارٽي ۾ آيا سو منجهيل ۽ ڏکيو هو— پر هنن اهو رستو ڳولي ڪڍيو. ڪيترن ٻين ماڻهن وانگيان هو به سوويت يونين ڏسڻ ڪانپوءِ پارٽي ۾ آيا. جرمنن جي قبضي کان گهڻو اڳ کين انهن سڀني ڳالهين جي خبر پئجي ويئي هئي، جن بابت هنن معلوم ڪرڻ تي گهريو ۽ پنهنجي گهر ۾ جرمن ساٿين کي پناه ڏني. سوويت يونين تي حملي ڪانپوءِ واري ڏکئي وقت ۾، ۽ ١٩٤١ع ۾ مارشل لا جي پهرين دور منجهه، مرڪزي ڪاميٽيءَ جا ميمبر سندن گهر ۾ ملندا هئا. هونزازيڪا ۽ هونزاڪرني سندن گهر ۾ ئي ٽڪندا هئا ۽ سڀني کان گهڻو آئون اتي سمهندو هئس. هت اسين ”رودا پراوو“ اخبار جو مواد تيار ڪرڻ سان گڏ ٻيا به ڪيترا اهم فيصلا ڪندا هئاسين. ”ڪارل“ ڪرني سان منهنجي پهرين ملاقات به هت ئي ٿي هئي.

هو حد کان وڌيڪ چوڪس هئا ۽ کين هميشه خبر هوندي هئي ته اوچتين حالتن ۾ ڇا ڪجي. ڇاڪاڻ ته زير زمين تحريڪن ۾ اڪثر اهڙيون ڳوڙهيون اينديون آهن. انڪانسواءِ ڪنهن ماڻهو کي اهو شڪ پئجي نٿي سگهيو ته سڀني سپا وارو ريلوي جو هي ننڍڙو ڪلارڪ ۽ پياري مادام سوسلوا ڪنهن غير قانوني ڪم ۾ شريڪ ٿي سگهن ٿا. تنهن هوندي به منهنجي گرفتاري کان سنت ئي پوءِ کيس گرفتار ڪيو ويو ۽ جلدئي پهريون

پيرو ڏنوسانس تہ سونکي هيبت وٺي ويئي. هن ڳالهايو تہ پوءِ نقصان ٿيندو! پر هن وات بند رکيو. ڪجهہ اشتهارن جي ڪري هت آذو ويو آهي، جيڪي هن هڪ دوست کي پڙهڻ لاءِ ڏنا هئا. ۽ جرمن جاسوسي پوليس وارا ڪائنس انهن اشتهارن ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ حاصل نہ ڪري سگهيا.

ڪجهہ مهينا پوءِ پزورني ۽ پڪووا جي بي احتياطي جي ڪري جرمن جاسوسي پوليس کي خبر پئجي ويئي تہ هونزاڪرني وسوسلس جي پيٺ جي گهر ۾ رهندو هو. ان ڪري جرمن پوليس وارن پن ڏينهن تائين ڪائنس "پڇا ڳاڇا" ڪئي ۽ اها سچي ڪرائڻ لاءِ کيس ماري اڌ مئو ڪري ڇڏيائون، تہ اسانجي مرڪزي ڪاميٽي جا باقي بچيل ميمبر ڪيڙا آهن. ٽيون ڏينهن هو ڪمري نمبر ٤٠٠ ۾ آيو. سندس سڄو جسم ڦٽيل هو ۽ سولائي سان ويهي بہ نٿي سگهيو. سون اونائتي سوالي ۽ همت ڏيارينڌڙ نموني ڏانهس نهاريو. هن خوشي سان نيوسل جي ساٿين وانگيان جواب ڏنو:

"جي دماغ ڳالهائڻ لاءِ تيار نہ آهي، تہ پوءِ وات سان ڪجهہ بہ نٿو نڪري سگهي."

آئون کين چڱي طرح سڃاڻان. هو هڪ ٻئي سان گهڻو پيار ڪندا هئا. فقط هڪ ڏينهن جي وڇوڙي کان بہ گهبرائيندا هئا.

١٩٤٣ جي نئين سال واري موقعي تي هوءَ اڪيلي

ٽيبل تي ويٺي هئي، هن جي تصوير ان دنگ رکيائين جت هو ويهندو هو. ۽ رات جو ٻارهين وڳي ڪانپوءِ نئين سال جي موقعي تي پنهنجو گلاس هن جي خالي گلاس سان ٽڪرايائين ۽ هنجي صحت، واپسي ۽ آزادي جي اميد جو اظهار ڪيائين.

مهيني کن ڪانپوءِ هوءَ به گرفتار ٿي. ڪمري نمبر ۴۰۰ ۾ ڪيترا ماڻهو ڏکي ويا. هوءَ انهن سان هئي جيڪي ٻاهرين دنيا سان لاڳاپو رکيو آيا هئا.

هن هڪ لفظ به نه ڳالهايو.

هنن ڪيس جسماني عذاب ڪونه ڏنا. چاڪاڻ ته هو سخت بيمار هئي ۽ سندن ڏکن وگهي جلدي مري وڃي ها. هنن ڪيس وڏيڪ خطرناڪ نموني ذهني عذاب ڏنا.

گرفتاري کان ڪجهه ڏينهن اڳ هو سندس مڙس کي پورهئي لاءِ پولينڊ وٺي ويا ۽ هاڻي ڪيس چيائون: "ڏس، پولينڊ ۾ پورهئي جي ڪئمپن ۾ چڱن ڀلن ماڻهن لاءِ به ڪم ڪرڻ ڏکيو آهي، تنهنجو مڙس ته منڊو آهي. هو اتي ڪم نه ڪري سگهندو ۽ مري ويندو ۾ توهان هنکي وري ڪڏهين به ڏسي ڪونه سگهنديءَ ۽ هن عمر ۾ تو کي ٻيو مڙس ڪٿان ملندو؟ عقل کان ڪم وٺ. جيڪي ڪجهه خبر اٿئي اسانکي ٻڌاءِ ۽ اسين هڪدم ڪيس تو وٽ آڻينداسين."

هو پورهيو ڪندي مري ڪيي ويندو، منهنجو جوزف!

ويچارو غريب انسان! ڪهڙي خبر؟ ڪيئن مرندو! هنن منهنجي پيٽ کي ماري ڇڏيو، هو منهنجي مڙس کي به پورو ڪري ڇڏيندا. آئون هيڪلي وڃي رهنديس. هائو، هن عمر ۾..... زندگي جي پڇاڙي تائين هيڪلي، اوهيءَ واهيءَ ڪانسواءِ... ڪيس بچائي سگهان ٿي. هو ڪيس واپس موٽ وٺي ايندا... هائو، پر ڪهڙي قيمت تي؟ نه آئون ائين ڪانه ڪنديس، جوزف آئون، ائين ڪانه ڪنديس.

هن لفظ به نه ڳالهايو.

جرمن پوليس وارا هڪ ڏينهن ڪنهن نامعلوم منزل ڏانهن وٺي ويا ۽ ٿورن ڏينهن کان پوءِ خبر آئي ته جوزف به پولينڊ ۾ مري ويو آهي.

ليدا :

بئڪس جي گهر پهرين آئون شام جي وقت ويو هئس. فقط جوزڪا ۽ هڪ پريشان نظرن واري ڇوڪري گهر ۾ هئي، جنهن کي ليدا سڏيندا هئا. هو اڃان ٻارن وانگيان هئي ۽ لڪ چوري منهنجي ڏونٽ جيڏي ڏاڙهي کي ڏسندي هئي. گهر ۾ ڪو نئون ماڻهو ايندو هو ته هو خوش ٿيندي هئي. شايد اهو ڪيس گهڙي ڪن لاءِ وندرائي. اسين جلدي دوست ٿي وياسين. پوءِ مونکي خبر پيئي ته سندس عمر ١٩ سال آهي ۽ هوءَ جوزڪا جي سوٽ آهي ۽ سندس نالو پلاچا آهي. (چيڪ ٻولي ۾ پلاچا معني شرميلي) پر منجهس اها

صفت گهٽ هئي. هو شوقيہ ٿئيٽرن ۾ ڪم ڪندي هئي ۽ کيس اهو شغل گهڻو پسند هو:

جلدي آئون سندس رازدان ٿي ويس. هو پنهنجي جوانيءَ جا ڏک سور ۽ خواب مونکي ٻڌائيندي هئي. هوءَ پيڻ يا انجي مڙس سان وڙهڻ ڪانپوءِ ڊوڙي مون وٽ ايندي هئي. هوءَ نوجوان ڇوڪرين وانگر چيڙاڪ بہ هئي.

ڇهن مهينن ڪانپوءِ، پهريون ڀيرو هوءَ ڇهن قدمي لاءِ مون سان ٻاهر هلي. هڪ "سنڌو ٻوڙهو" جيڪڏهن پنهنجي جوان جماڻ ڏيءُ سان ٻاهر نڪري، تہ ڪو ڏانهس اک کڻي بہ نہ نهاريندو، سڀني جون نظرون ڇوڪريءَ ۾ هونديون. انهيءَ ڪري ٻئي دفعي بہ کيس ساڻ ڪري ويس. اڪل هنڌ تي ساٿين سان سلڻ وقت بہ هوءَ مون سان گڏ هئي، ۽ بعد ۾ مون کيس اڪل گهر بہ ڏيکاريو. اهڙي طرح جيئن الزامن جي فهرست ۾ بيان ڪيو ويو آهي ـ معاملو پنهنجو پاڻ اڳتي وڌڻ لڳو: هاڻ هوءَ منهنجي ۽ ٻين ساٿين جي وچ ۾ لاڳاپو قائم ڪندڙ ٿي ويئي.

کيس هي ڪم ڏاڍو پسند هو. پر هن انهي ڪم جي مطلب سمجهڻ يا انجي فائدي تي گهڻو ڌيان ڪونہ ڏنو. هن لاءِ، هيءَ رڳو هڪ نئين ۽ دلچسپ ڳالهہ هئي ـ اهوئي هن لاءِ ڪافي هو.

جيسين معاملو نڍين ڳالهين تائين محدود هو، مون

کيس وڌيڪ پڌائڻ به نٿي گهريو. گرفتاريءَ جي حالت ۾ بي خبري، "ڏوڏم" جي خبر هجڻ کان وڌيڪ حفاظت واري آهي.

پر معاملو اڳتي وڌندو ويو. هوءَ جيلينڪس جي گهر، پيغام پهچائڻ کانسواءِ ٻيا ڪم به ڪرڻ لڳي. هاڻي کيس اهو به پڌائڻو پيو، ته اصل ڳالهه ڇا آهي. کيس سمجهائڻ شروع ڪيم، بالڪل ائين جيئن ڪنهن کي اٺندي اسڪول ۾ پڙهائبو آهي. ليدا به محنت ۽ خوشي سان سکڻ لڳي. مهاندن ۾ اچا به اهائي ساڳي ڇوڪري هئي، خوش مزاج ۽ آزاد طبيعت، پر سندس آواز گهڻو بدلجي ويو هو. هن سوچڻ شروع ڪيو ۽ هاڻ منجهس ذهني پختگي اچڻ لڳي.

پارٽي جي ڪم ڪندي، ماڙيڪ سان سندس واقفيت ٿي هئي. هو تجربيڪار هو ۽ ڳالهه کي چڱي طرح پيش ڪرڻ جي خبر هئس. هوءَ ان کان متاثر ٿي ويئي. شايد حقيقي نچوڙ جي کيس سڌ نه پئي هجي. ضروري ڳالهه هيءَ هئي ته سندس ڪم ۽ عقيدي جي ڪري هو پڻ کان وڌيڪ کيس ويجهو هئي.

سندن لاڳاپو وڌيڪ گهاٽو ٿيندو ويو. ١٩٤٢ جي شروعات ۾ هن ڊڄندي ڊڄندي پارٽي جي ميمبر ٿيڻ بابت پڇا شروع ڪئي. ڏٺم ته کيس اهو پڇندي هٻڪ پئي ٿي. اڳ هن ڪنهن به معاملي کي اهڙي سنجيدگيءَ سان نه ورتو هو. مون اچا دل پئي هنئي ۽ کيس تربيت

ڏيڻ ۽ سنڌ ۾ پرڪ وٺڻ جو سلسلو جاري رکيم.

فيبروري ۱۹۴۲ ۾ خود مرڪزي ڪاميٽي هنڪي پارٽي ميمبر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هڪ اونداهي ۽ رات اسين گهر ڏانهن موٽي رهيا هئاسين. ڏاڍي تڏ ڪري واٽ تي پارو چميل هو. هوءَ جيڪا هميشه گهڻو ڳالهائيندي هئي، پر اڄ رات بلڪل خاموش هئي. پنهنجي گهر جي پر وارو ميدان اڪرڻ وقت آهستي چيائين :

”اڄوڪو ڏينهن منهنجي زندگي ۾ سڀ کان وڏي اهميت وارو ڏينهن آهي. منهنجو سر هاڻي رڳو منهنجي ملڪيت ڪانهي. آئون وعدو تي ڪريان ته ڇا به ڪٿي ٿئي آءٌ توهان سان غداري ڪونه ڪنديس.“

گهڻو ڪجهه وهيو واپريو پر هن غداريءَ جهڙي ڳالهه ڪانه ڪئي.

پارٽي جي اڳواڻن سان هوءَ گهاٽو لاڳاپو رکيو آئي. ڪيس بلڪل خطرناڪ ڪم سونپيا ويندا هئا، جهڙوڪ: انهن ماڻهن سان تعلق قائم ڪرڻ، جن سان رابطو ٽٽي ويو آهي ۽ انهن ماڻهن سان تعلقات قائم رکڻ جن سان رابطي ۾ خطرو آهي. جڏهين پارٽي اڳواڻن يا ڪنهن اڪل گهر سان رابطو قائم ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو هو ته پوءِ، ليڊا کي ئي وڃڻو پوندو هو، ۽ هوءَ ڪنهن ڪرڙيءَ وانگيان انين ڪسڪي هلي ويندي هئي، جو ڪنهن کي ڪل ئي ڪانه پوندي هئي. هوءَ

آهو ڪم هميشه وانگيان لڏندي لمندي ڪندي، هئي،
نه جيئن ڪنهن کي مٿس شڪ نه پوي. پر ڪيس
جوابداري جو پورو احساس هوندو هو.

اسان کان مهينو پوءِ هوءَ گرفتار ٿي. مائريڪ هن
جو به نالو ورتو هو. ان ڪانپوءِ جرمن پوليس وارن
کي سولائيءَ سان پتو پئجي ويو ته هن پنهنجي پيڻ
۽ ڏير کي پڇڻ ۾ مدد ڪئي هئي ۽ آهي هاڻ گپجهي
تحريڪ ۾ شامل ٿي ويا آهن، هن پنهنجو ڪنڌ لوڏيو
۽ پاڻ کي هڪ خوش مزاج ڇوڪريءَ جو روپ ڏيئي
ڇڏيو جنهن کي اها خبرئي ڪانه هئي ته جيڪي هو
ڪري رهي آهي، سو ڪيس نه ڪرڻ کپي ۽ ان مان
هن لاءِ آڳرا نتيجا نڪري سگهن ٿا. ڪيس گهڻن
ڳالهين جي خبر هئي. تنهن هوندي به هن ڪجهه نه
ٻڌايو. پر سڀ کان وڏي ڳالهه هيءَ آهي ته هن ڪم
ڪرڻ بند نه ڪيو. حالتن ڦرڻ کان پوءِ سندس ڪم
ڪار جا طريقا به بدلجي ويا. پارٽي جي ميمبر جي
حيثيت ۾ سندس فرض قائم رهيو. يعني جتي به هجي
مات ڪري نه ويهي. هو محنت، هوشياري ۽
ڦڙتيءَ سان سيئي سونپيل ڪم ڪندي رهي. جڏهن
ڪنهن ڏکي صورتحال کي منهن ڏيڻو پوندو هو، يا
ٻاهر ڪنهن کي بچائڻو هوندو هو ته پوءِ ليدا پنهنجي
معصوم شڪل سان ڪنهن ٻئي جو "ڏوهه" به پنهنجي
سر تي سورهيائيءَ سان کڻندي هئي. هو ٻانڪريڪ

جيل ۾ مقدم تي ويئي ۽ هن جي ڪري ئي ڪيترا ماڻهو گرفتار ٿيڻ کان بچي ويا. سال کن کانپوءِ جرمن پوليس هڪ لڪل خط هن کان هٿ ڪيو جنهنجي ڪري ڪيس مقدم جي عهدي تان به لاٿو ويو.

هاڻي هوءَ اسان سان گڏ برلن هاڻ واري آهي، جتي اسان سڀني تي ڪيس هلايو ويندو. اسان سڀني مان فقط ڪيس ئي آزادي جي ڏينهن جي اميد تي سگهي ٿي. هوءَ نوجوان آهي. جيڪڏهن اسين هتي مري وڃون ته پوءِ ڪيس نه وسارجو. هن ڪي اڃا گهڻو ڪجهه سکڻو ۽ ڪرڻو آهي. ڪيس سيکارجو ۽ هڪ هنڌ بيهڻ نه ڏجو. سندس اڳواڻي ڪجو ۽ ڪيس مغرور ٿيڻ يا پنهنجي ڪم تي پڌائڻ کان پاسائتو رکجو. هن حد کان وڌيڪ ڏکئي وقت ۾ ثابت ڪيو آهي ته هوءَ ڏاڍي ڪم واري ڇوڪري آهي. هوءَ پڙڪندڙ باهه مان لنگهي پار پئجي آهي ۽ ثابت ڪيو اٿس ته هوءَ ڪنهن پڪي ڌاتو جي ٺهيل آهي.

منهنجو عملدار.

هي انهن شخصيتن مان نه آهي پر تنهن هوندي به پڻ کان ڪجهه وڌيڪ دلچسپ آهي.

ڏهه سال اڳ ونوهاردي جي هوٽل فلورا ۾ جيڪڏهن توهان پيش گير سان ئي حساب ڪتاب صاف ڪرڻ لاءِ ريزڪاري ڳڻڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي، تڏهن ڪاريءَ پوشاڪ ۾ هڪ ڊگهي قد ۽ سنهي

ٻڌڻ واري ماڻهوءَ کي ٻين آواز ڪرڻ ڪانسواءِ، ڪرسيءَ
وچان ترندي سڌو تنهان وٽ پهچي ٻل پيش ڪيو
هوندو. جهنگ جي جانور وانگيان سندس تکي رفتار ۽
ٻلي جهڙيون اکيون، جن سان هو هر شيءِ کي نظر
هيٺ رکي ٿو. تنهانکي ڪجهه ڪائنٽو نه ٻه هجي پر
هو پنهنجو پاڻ پيش گيرن کي چوندو وتندو: ”ٽين ءَ
ٽيبل تي ملائي ڪانسواءِ ڪيفآءِلا جي وڏي پليٽ.“
”ڪابي دريءَ وٽ ڪيڪ لدووي نويسي (اچوڪي
اخبار) ڏي.“ مهمانن لاءِ هو سڌو مڪ پيش گير هو ۽
اتي ڪم ڪندڙ ٻه ڪيس ڀڳو سمجهندا هئا.

ان وقت آءٌ هن کي ڪونه سڃاڻندو هئس. مون
ڪيس گهٽي وقت ڪانپوءِ جيلينڪس وارن جي گهر
سڃاتو جڏهن سندس هٿ ۾ پينسل جي بدران پستول
هو ۽ مون ڏانهن اشارو ڪندي چيائين، ”....سونکي هي
سيني ڪان وڌيڪ دلچسپ ٿو لڳي.“

سچ ته اسان ٻنهي جي هڪ ٻئي ۾ دلچسپي هئي.
هو چالاڪ هو ۽ ٻين جي پيٽ ۾ ڪيس هڪ
وڌيڪ فائدو هو، هو ماڻهوءَ کي سڃاڻي وٺندو هو.
پوليس ۾ شايد ڪامياب وڃي ها. ننڍا چور يا خوني
پنهنجن ٻين همراهن کان جدا هنجي اکيان دل ڪولي
ڳالهائڻ کان نه هٻڪندا هئا. چاڪاڻ ته انهن ماڻهن
کي فقط پنهنجي سر بچائڻ جو فڪر هوندو آهي پر
سياسي معاملن سان واسطو رکندڙ پوليس کي، وڏلي اهڙا

ماڻهو همٿ ايندا آهن. سياسي قيدين جي حالت ۾ ر گهڻو
پوليس جي چالاڪي ۽ گرفتار ٿيل ماڻهوءَ جي چالاڪيءَ
جو مقابلو نه هوندو آهي، پوليس جي چالاڪيءَ جو
اجا به وڏي طاقت سان مقابلو هوندو آهي. اها طاقت
آهي ماڻهو جا عقيدا ۽ سڄي تحريڪ جي هوشياري،
جنهن ۾ هو شامل هوندو آهي. نه پوليس جي چالاڪي
۽ نه وري مار ـ ڪٽ، انجي برابر ٿي سگهن ٿيون،
جيڪڏهن ان هوندي به ڪين مجموعي طرح ڪاميابي
ٿي آهي، ته انجو سبب به هي آهي ته؛ جدوجهد تمام
ڏکي ۽ انجو دائرو محدود آهي ۽ ٻئي ڏنڌ ڪٽي به
زير زمين تحريڪ لاءِ حالتون اهڙيون ڏکيون نه هيون.
روسي بالشيوڪ چوندا هئا ته جيڪو ماڻهو ٻن سالن
تائين زير زمين ڪم ڪري سگهي ٿو، سو سٺو ڪارڪن
آهي. هنن لاءِ جيڪڏهن ماسڪو ۾ حالتون ناسازگار
ٿينديون هيون ته پوءِ هو پيٽرو گراڊ ۽ اتان پوءِ اوڊيسا.
مطلب ته اهڙن وڏن شهرن ۾ گم ٿي ويندا هئا، جن
جي آبادي لکن ۾ هئي. جت ڪين ڪير ڪونه سڃاڻندو
هو. پر هت اسان وٽ فقط پراگ جو شهر آهي جتي
اڌ کان وڌيڪ توهانکي سڃاڻن. هت دشمن پنهنجن
ايجنٽن جا جٿا آڻي گڏ ڪيا آهن. ان هوندي به اسان
چار سال ڪم ڪيو ۽ اجا تائين ڪيترا ڪامريڊ اهڙا
آهن جيڪي گذريل پنجن سالن کان زير زمين ڪم
ڪري رهيا آهن ۽ جرمن پوليس هنن کي همٿ نه

ڪري سگهي آهي. انجو سبب هي آهي تہ اسين گهٽو ڪجهہ سگهي ويا آهيون. دشمن جيتوڻيڪ طاقتور ۽ ڦهار آهي پر هو قتل ڪان وڌيڪ ڪجهہ بہ نٿو ڪري سگهي.

بہ - اي - الف ڪاتي ۾ ڏن ماڻهن بابت چيو وڃي ٿو تہ هو ڪميونزم جي پاڙ پٽڻ ۾ سڀ ڪان وڌيڪ سختي ڏيکارين ٿا، اندروني دشمن خلاف جنگ ۾ بهادري جي ڪري، ڪين تمغا مايل آهن: فرائيڊرخ، زينڊر ۽ "سنهنجو عملدار" جوزف بوهام. هو هٽلر جي قومي سوشلزم بابت گهٽ ڳالهائيندا آهن - فقط ايترو جيترو هنن کي خبر آهي. هو ڪو سياسي نظرين لاءِ نہ وڙهي رهيا آهن. انهن مان هرڪ پنهنجي پر ۾ پنهن جي لاءِ وڙهي رهيو آهي.

زينڊر قد جو بندرو پر ڏيڙي گهٽي - پوليس جي ڪم ۾ پہن سيني ڪان وڌيڪ چاڙو لڳي ٿو. پيسي جي ڏيتي ليتي ۾ شايد اجا بہ وڌيڪ هوشيار آهي. ڪجهہ مهينن لاءِ ڪيس پراگ ڪان برلن آندو ويو هو، پر منٿ ميڙ ڪرائي وري پنهنجي بدلي پراگ ڪرايائين. سندس خيال ۾ نازي حڪومت جي گادي جي شهر ۾ ڪم ڪرڻ گهٽتائي واري ڳالهہ هئي ۽ آمدني جي لحاظ ڪان نقصانڪار بہ. آفريڪا يا پراگ ۾ بيٺڪي عملدار وڏو ماڻهو سمجهيو ويندو آهي ۽ ڪيس اهوئي دولت گڏ ڪرڻ جو سٺو موقعو هوندو آهي. هو پنهنجي پيشي ۾ محنتي آدي ۽ پنهنجي جي ماني وقت

۾ قيدين کان ٻچا جو ڪم ڪندو رهندو آهي. اهو هو ان لاءِ ٿو ڪري ته جيئن ڪنهن کي اها خبر نه پوي، ته ڪو غير سرڪاري ڪم ۾، هو ان کان ٻه وڌيڪ پڙهه آهي. جيڪو ماڻهو سندس ور چڙهيو تنهنجو خير ڪونهي. پر جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جا بئنڪ ۾ پئسا يا سوڙي آهي، ته پوءِ ان جو ته سر ئي ويو. اهڙي ماڻهو جي موت اچڻ ۾ ديرئي نه ٿيندي. چاڪاڻ ته بئنڪ ۾ رکيل پئسا ۽ سوڙي زيندر لاءِ سڀ ڪجهه آهي. ان ڪم ۾ هو سيني کان وڌيڪ چست عملدار سمجهيو ويندو آهي. (ان معاملي ۾ سندس چيڪ نائب ۽ مترجم سوملا ڪانئس مختلف آهي، هنکي پئسا ملايا ته پوءِ هروڀرو ڪنهن کي ڪونه ماريندو.)

فريڊرخ — ڊگهو، ڏٻرو، دانگي جي تري جهڙو رنگ، شيطاني اکيون ۽ ٻچڙي ڪل. ١٩٣٧ ۾ جرمن پوليس جو جاسوس ٿي چيڪوسلاويڪيا آيو ته جيئن ملڪ کان ٻاهر رهندڙ جرمن ڪامريڊن کي ختم ڪرڻ ۾ مدد ڪري. ڪيس ٻئي ماڻهو کي مرندو ڏسي مزو ايندو هو. سندس نظرن ۾ ڪوبه بي گناهه ڪونهي. جنهن سندس آفيس ۾ پير وڌو سو ڏوهاري آهي. ڪيس عورتن کي اهو ٻڌائيندي مزو ٿو اچي ته سندن مڙس پوڙهائي جي ڪئمپن ۾ گهڻي گهٽي مري ويا، يا انهن کي ڦاسيون ڏنيون ويون آهن. هو پراڻا ڪارڊ ۾ دلچسپي سان پڙهندو آهي ۽ مئل ماڻهن جا نالا ٻڌي اطمينان سان

چوندو آهي: ”هنجو به معاملو پورو ٿيو!“ ”هو به ختم ٿيو!“ زالن کي عذاب ڏيڻ ۾ گهٽي دلچسپي وٺندو آهي ۽ عيش ڪرڻ جو به ڏاڍو شوق اٿس. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو گهر سٺو سينگاريل آهي يا دڪان سٺين شين سان ڀريل آهي ته پوءِ سندس سر ئي ويو.

سندس چيڪ نائب قد ۾ ڪائنس ڪجهه لانئيرو آهي باقي ٻنهي ۾ ٻيو ڪوبه فرق ڪونهي.

بوهام- منهنجو عملدار- ڪيس نڪي پيسي ۾ ۽ نه وري مئل ماڻهن ۾ دلچسپي آهي. جيتوڻيڪ هن جيڪي ڪجهه ڪيو آهي، سو ٻين عملدارن جي ڪرتوتن کان گهٽ نه آهي. هو جوکم پرست ماڻهو آهي ۽ خواهش اٿس ته ڪو وڏو ماڻهو ٿيان. ڪيترن سالن کان جرمن پوليس لاءِ ڪم رهيو آهي. هو نيپولين هوٽل ۾ پيش گير هو جتي بران (روڊليف بران- نازين جو حامي جيڪو سيونخ واري معاهدي کانپوءِ چيڪوسلاويڪيا جو وزيراعظم ٿيو.) گڇهيون سيٺگرن ڪرائيندو هو. جيڪي ڪجهه بران پاڻ هٿار کي نه ٻڌايو هو سو خال بوهام پورو ڪيو. پر ماڻهن جو شڪار ڪرڻ، سندن زندگي ۽ موت جو مالڪ بنجڻ ۽ سڄن ڪٺنبن جي تقدير جا فيصلا ڪرڻ جي ڀيٽ ۾ هي ڪجهه به نه هو.

ڪيس راضي ڪرڻ لاءِ معاملو اڪثر گهڻو خراب حد تائين نه ويندو هو. پر جيڪڏهن هن ٻئي ڪنهن

معاملي ۾ پاڻ کي برجستو ثابت نہ ڪيو تہ پوءِ حالتن کي خراب ڪرڻ جو بہ پڙ هو.

ايجنٽن جي چار پکيڙڻ ۾ هو ننهي کان وڏيڪ چاڻو هو: ڪتن جي لوڏ سان گڏ هڪ شڪاري. هو شڪار ڪندو رهندو هو. شڪار سان پيار جي ڪري ڪيس آڏي پچا بہ ڏاڍو تنگ ڪندي هئي. سندس مکيہ سرگرمي هئي گرفتاريون ڪرڻ ۽ پوءِ ماڻهن کي پنهنجي اڳيان فيصلن جي انتظار ۾ ويهارڻ. هڪ دفعو هن پراگ ۾ ٽرامن ۽ لارين جا بہ سو ڊرائيور گرفتار ڪيا. ڪن کي ٽرام لائينن تان جهليائين ڪٽي وري آمدرفت ئي روڪي ڇڏيائين، ان ڪري افراتفري پيدا ٿي. ائين ڪرڻ سان ڪيس خوشي ٿيندي هئي. پوءِ هن ڏيڍ سو کن ڊرائيور ڇڏي ڏنا ۽ اهو تصور ڪري خوشيي ٿيس تہ ڏيڍ سو گهرن ۾ سندس سارا ڪئي وبندي تہ سڻو ماڻهو آهي. سندس ڪيس گهڻو ڪري وڏي سطح تي پر غير اهم هوندا هئا. فقط آئون جنهن کي هن اوچتو جهليو هو، جدا حيثيت وارو هئس.

هو هميشه چوندو هو: ”تون منهنجو وڏي ۾ وڏو شڪار آهين.“ ڪيس ان ڳالهہ تي وڏائي ٿيندي هئي تہ هن مونکي سڀ کان وڏو ڪيس ڪري ڪنيو آهي. شايد انجي ڪري ئي منهنجي زندگي وڌي.

اسين هڪ ٻئي سان هميشه ڪوڙ ڳالهائيندا هئاسين آئون چاڻي ٻجهي ائين ڪندو هئس، پر ڪيس

انجو احساس ڪڏهن ٿيندو هو، جڏهن ڪوڙ پڌرو ٿي پوندو هو تڏهين اسين هٿي ماٺ ڪري انکي اڪاري ڇڏيندا هئاسين. ڪيس حقيقت ۾ دلچسپي مٿوئي گهٽ هئي. سندس هميشه اها خواهش هئي ته "سندس وڏي ۾ وڏي ڪيس" کي ڪو داغ نه لڳي.

سندس خيال ۾ ڏنڊا ۽ لوهي سيخون پيچيا ڳاڇا ڪرڻ جو واحد طريقو نه آهن. هو هر ماڻهو جو اندازو ڪندو هو ۽ پوءِ اندازي مطابق ڇڙب يا دڙڪن کان ڪم وٺندو هو. شايد پهرين رات ڪانسواءِ هن ڪڏهن به مونکي عذاب ڪونه ڏنا. پر جڏهن سندس دل چوندي هئي تڏهين هو مونکي پنهن جي حوالي ڪندو هو.

هو بلاشڪ پنهن کان وڌيڪ دلچسپ هو. هڪ ڀيرو اسان برانڊ وٽ خيالي ميٽنگ ڪئي. انکانپوءِ اسين هميشه شراب خاني جو باغيچي ۾ ويهي چوڏاري ماڻهن جي ميڙن کي ڏسندا هئاسين.

"تون گرفتار آهين." هن هڪ ڀيرو ماڻهن ڏانهن منهنجو ڌيان ڇڪائيندي چيو، "ڪا تبديلي ڏسڻ ۾ اچئي ٿي؟ ماڻهو اڳي وانگيان گهمن ڦرن پيا، ڪن جي منهن تي مرڪ آهي ته ڪي غمگين آهن. بالڪل ائين جيئن اڳ ٿيندو آيو آهي. دنيا جو چرخو پيو هاي جڻ ته تون چايوئي ڪونه هئين. پڪ سان انهن ۾ ڪي ته تنهنجي ڪتابن ۽ اخبارن جا پڙهندڙ هوندا. تون سمجهين ٿو ته تنهنجي گرفتار ٿيڻ ڪري هنن جي

منهن تي هڪ اڌ وڏيڪ گهنج پيو آهي.“

هڪ ٻئي موقعي تي سڄو ڏينهن ٻچا ڳاچا ڪرڻ کان پوءِ شام جو هو مون کي موٽر ۾ پراگ جو شهر گهمائيندي هزادڪاني (پراگ جو قلعو جتان سڄو شهر ڏسڻ ۾ پئي ايندو آهي) وٺي هليو، جتان هيٺ نرودا گهٽي ڏسڻ ۾ پئي آئي.

”خبر اٿم، توکي پراگ شهر سان پيار آهي. ٻڌاءِ! توکي جيل مان ڇٽي شهر وڃڻ جي خواهش نه ٿيندي آهي؟ ڪيترو نه سهڻو شهر آهي! تون واپس شهر ۾ نه آئين ته به اهو خوبصورت ئي هوندو....“

هن هوشياريءَ سان لالچ پئي ڏني. اونهاري جي پوين ڏينهن جي شام ۾ سرءُ جا اڃاڻ هئا. آسماني رنگ واري شام ۾ انگوري شراب جو نشو هو ۽ دل ٿي چئيم ته دنيا جي پڇاڙي تائين اهو نظارو ڏسندو رهان.... مون ڪيس جواب ۾ چيو:

”تنهنجي مرڻ کان پوءِ پراگ جو شهر اڃا به وڌيڪ خوبصورت لڳندو.“

هو ٿورو کليو. سندس کل ۾ بدنيتي ۽ پرغمگيني ڏسڻ ۾ پئي آئي ۽ چيائين:

”تون نازڪ مزاج آهين.“

هو وري ان شام کي ياد ڪندو هو.

”جڏهن اسين نه هونداسين.... يعني توکي اڃا اسان جي فتح ۾ يقين ڪونهي؟“

ڏني ان ڪري اهو سوال ڪيو جو ڪيس ۾ ان ۾ پيروسو نه هو. جڏهن آئون سوويت يونين جي طاقت جو ذڪر ڪندو هئس ۽ اهو چوندو هئس ته سوويت يونين کي دنيا جي ڪابه طاقت هارائي نٿي سگهي ته هو ڊيان سان ٻڌندو هو. اهائي منهنجي آخري "آڌي پچا هئي."

پتلون جي پٺن جهڙو جوڙو:

سامهون واري ڪال ڪوٺڙي جي پاهران پٺن جو هڪ جوڙو ٽنگيو پيو آهي. مون کي اهي ٻنهي نه وڻندا آهن، پر هاڻي انهن کي ڏسي خوشي ٿيندي اٿم. انهن ۾ مون کي اميد جا ڪرڻا نظر ايندا آهن.

گرفتاري کان پوءِ توکي پاڻ ساري پورو ڪري ڇڏين، پر سڀ کان پهرين هو تنهنجي ڏاهه، پٺو يا پتلون جي ڪلهن سان لٽڪائڻ وارا پٽا وٺندا ته جيئن تون پاڻ کي ڦاهي نه ڏين. (جيتوڻيڪ ماڻهو پاڻ کي پتلون سان به ٽنگي سگهي ٿو.) سوٽ جا اهي خطرناڪ اوزار جيل جي آفيس ۾ رکيا ويندا آهن ۽ جيسين گيسٽاپو ۾ ڪا اڻ چاتل تقدير اهو فيصلو نه ڪري ته توهانکي ڪيڏانهن موڪليو وڃي، پورهئي جي ڪئمپ ۾ يا ڦاسي واري جاءِ ڏانهن، تيسين توهان کي اهي شيون واپس نه ملنديون. فيصلي ٿيڻ کان پوءِ اهي شيون سرڪاري ڊپوءِ سان واپس ڪيون وينديون آهن، پر

انهن کي ڪال ڪوٺڙي اندر رکڻ جي اجازت نہ هوندي آهي. اهو سامان ڪال ڪوٺڙي جي در جي ٻاهران ٽنگيو ويندو آهي ۽ ڪال ڪوٺڙي ۾ رهندڙ ماڻهوءَ جي روانگي تائين اهي هڪ ڇنيءَ يادگار طور تي ٽنگيل هونديون.

اسان جي سامهون ڪال ڪوٺڙي جي ٻاهران بہ پڻ ٻہ جوڙو ٽنگيو پيو آهي. ان ڏينهن مون کي خبر پئي تہ گستينا لاءِ ڪهڙو فيصلو ٿيو آهي. سامهون واري ڪال ڪوٺڙي جو هڪ ساٿي بہ ساڳي گاڏي ۾ پورهئي جي ڪئمپ ڏانهن وڃي رهيو آهي، جنهن ۾ گستينا بہ ويندي، گاڏي اڃا نہ ويئي آهي. گاڏيءَ جي روانگي اوچتو ملتوي ڪئي ويئي آهي. گاڏي جي منزل واري هنڌ سخت بمباري ٿي آهي (پيو نيڪ فال).

ڪنهن کي خبر، گاڏي ڪڏهن وڃي. شايد اڄ شام يا سڀاڻي، شايد مهينو يا ١٥ ڏينهن پوءِ. سامهون پڻا اڃا ٽنگيا پيا آهن. جيسين اهي پڻا اتي ٽنگيا پيا آهن، تيسين گستينا بہ پراگ ۾ هوندي. انهيءَ ڪري آئون خوشي ۽ پيار سان انهن کي ڏسندو آهيان. ڇڻ تہ اهي پڻا نہ پر ڪو انسان آهي، جيڪو گستينا جي مدد ڪري رهيو آهي ڪيس ڪجهہ ڏينهن ماي ويا.... ڪهڙي خبر ان مان ڪو فائدو ٿئي؟ شايد اڄوڪو ڏينهن ئي ڪيس بچائي وڃي.

اسين سڀ ان حال ۾ رهون ٿا. هميشه ايندڙ ڏينهن

جو انتظار جنهن ۾ ڪجهہ اميد هوندي آهي. تنهنجي قسمت جو فيصلو ٿي ويو آهي. پر هيئن توکي گولي هڻي ويندي ـ ها، ڪهڙي خبر سڀاڻي ڇا ٿئي؟ فقط سڀاڻي تائين زنده رهہ. سڀاڻي تائين هرڪا شيءِ بدلجي بہ سگهي ٿي، هر شيءِ بي بقا آهي. هائو، ڪنهن کي خبر تہ سڀاڻي ڇا ٿئي؟ سڀاڻي بہ گذري ٿي وڃي. لکين ماڻهو موت جي منهن ۾ پيا وڃن. هزارين انسانن لاءِ نئون سج اڀري ٿو نٿو پر ماڻهو اڃا وڏي اميد سان زنده آهن. سڀاڻي، ڪهڙي خبر ڇا ٿئي؟

هر هفتي نوان افواه اڏن ٿا تہ: جنگ فلاڻي تاريخ تي بند ٿي رهي آهي. هرڪو ماڻهو وڏي وات اهو افواهہ ٻڌن تائين پهچائي ٿو. توهان انهن جو مقابلو ڪريو ٿا، ڇاڪاڻ تہ اهي ڪوڙيون اميدون آهن؟ ڪوڙيون اميدون ماڻهوءَ کي مضبوط نٿيون ڪن پر الٽو ان جي اخلاق کي ڪمزور ڪن ٿيون. اسان جي پروسي کي ڪوڙن سان نہ پر حقيقت سان همٿي ڏيڻ گهرجي ـ پر توهان ۾ بنيادي حقيقت موجود هوندي آهي، تہ اڄوڪي ڏينهن جو فائدو اوهان جي زندگي کي موت کان جدا ڪندڙ پل تي آڻي سگهي ٿو. زندگي جنهن کي تون دشمنن جي اڳيان اڇلائڻ لاءِ تيار نہ آهين، ۽ موت جيڪو تنهنجو پيڇو ڪري رهيو آهي.

انساني زندگي فقط ڪجهه ڏهاڙا آهي. تنهن ڪري ٿيندي
به تون چاهين ٿو ته اهي ڏينهن جلد پورا ٿين. ٻاجهه ڪڙ
۽ وٺ نه ڏيندڙ وقت جيڪو لاڳيتو تنهنجي نسن مان
قوت چوسي رهيو آهي سو تنهنجو دوست آهي. ڪيتري
نه عجيب ڳالهه آهي!

اينداڙ ڏينهن ڪالهه ٿي ويو ۽ پرينهن اڄوڪو ڏينهن
ٿي ويو، اهو به گذري ويو. اسان جي سامهون واري
ڪال ڪوٺڙي جي در جي ٻاهران پٽن جو جوڙو اچا
ٽنگيو پيو آهي.

---

# باب ستون

مارشل لاءِ ۱۹۴۲:

۲۷ مئي ۱۹۴۳.

اها ڳالهه سچي هڪ سال جي آهي. آڏي پڇا کان پوءِ هو مون کي واپس "سئنيما" ۾ وٺي آيا. ڪمري نمبر ۴۰۰ جي ماڻهن جو روزانو هي سفر آهي. پنهنجن جي ماني پانڪريڪ مان، هتي آڻيندا هئا ۽ ٻپهري جو وري واپس چوٿين ۾ ماڙ تي. پر اڄ اسين وري چوٿين ۾ ماڙ تي نه وياسين.

قيدي ماني کائين پيا. بينچون قيدين سان سٽيل آهن. هو چمچن هلائڻ ۽ ماني چٻاڙڻ ۾ رڌل آهن، بلڪل عام ۽ روزمره جي ڳالهه. جيڪڏهن هن گهڙي انهن سڀني ماڻهن کي هڏائن پڃرن ۾ تبديل ڪيو وڃي، جيڪي سپاٽي ڌائين مري ويندا، ته پوءِ چمچن ۽ مٽي جي ٿانون جا اوزار اوچتو هڏن جي ڪڙڪات ۽ ڏاڻن جي سڪل ڪڙڪڙ ۾ گم ٿي ويندا. پر اڄا ڪنهن کي موت جو خيال ڪونهي، هرڪو ماڻهو مزي سان پنهنجي جسم کي خوراڪ پهچائي رهيو آهي، ته جيئن وڌيڪ هفتا، مهينا يا سال زنده رهي.

پنهنجن جي مهل! اڌ ڏينهن پڇا ڳاڇا کان سواءِ،

انهن سوالن ٿي ٽڪائي ڇڏيو آهي جن جو تہ وٽ ڪوبہ جواب نہ آهي — اها تہ خدا جي هڪ نعمت آهي. ظاهري طرح ائين ٿي لڳو پر ائين آهي ڪونہ.

دالان ۾ اسان کي جنرل ايلياس گڏيو. سندس اکين ۾ جوش ۽ ولولو آهي مون کي ڏسندي ئي هن جيل جي نگهبانن جي وچ مان آهستي چيو:

”مارشل لا.“

تمام اهم معلومات هڪٻئي کي ڏيڻ لاءِ قيدين وٽ فقط ڪو سيڪنڊ جو وقت هوندو آهي. ڪيس منهنجي خاموشي سان پڇيل سوال جي جواب ڏيڻ جو وقت بہ ڪونہ هو.

پانڪريڪ جا نگهبان اسان جي وقت کان اڳ واپسي تي حيران آهن. مون کي پنهنجي ڪال ڪوٺڙي ڏانهن وٺي ويندڙ ڪافي پروسي وارو ماڻهو پيو لڳي. اچا خبر نہ پئي اٿم تہ ڪير آهي پر جيڪي ڪجهہ ٻڌو اٿم سو ٻڌايانس ٿو. هو پنهنجو ڪنڌ لوڏي ٿو. ڪيس ڪابہ خبر نہ آهي، شايد مون چڱيءَ طرح نہ ٻڌو. هائو، شايد اهو چڱو ٿيو.

”تو سچ ٿي چيو، هيڊرخ کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. سخت ڦٽجي پيو آهي، پراگ ۾ مارشل لا لاڳو ڪيو ويو آهي.“

ٻي ڏينهن هو وري اسان کي آڏي پڇا لاءِ وٺي ٿا وڃن، اسان سان ڪامريڊ وڪٽرسونيڪ گڏ آهي، پارٽي

جي مرڪزي ڪاميٽي جو آخري زنده بچيل ميمبر، هو فيبروري ۱۹۴۱ ۾ گرفتار ٿيو هو. ايس- ايس جي وردي ۾ نوجوان جيلر سنڌس اکين اڳيان هڪ اڇو ڪاغذ لوڏي رهيو آهي جنهن تي تون وڏن اکرن ۾ لکيل هيٺيون لفظ پڙهي سگهين ٿو:

”انٽلاسنگ بسذل.“

”اڙي يهودي آخر آئين نه حساب ۾. ڇڏڻ جو حڪم! خڪ.....“

۽ سنڌس سسي ڏانهن اشارو ڪندي ڏيکاري ٿو ته وڪٽر کي ڦاهي ڏني ويندي. ۱۹۴۱ ۾ مارشل‌لا لڳڻ کان پوءِ ميئي کان اڳ آڏوسونيڪ کي ڦاسي ڏني ويئي ۽ ۱۹۴۲ ۾ مارشل‌لا جو پهريون شڪار به سنڌس پاڻ وڪٽر هو. هو ڪيس گولي هڻڻ لاءِ ماٿواسين ڏانهن وٺي ٿا وڃن.

پانڪريڪ کان پيتسچڪ محل ڏانهن وڃڻ ۽ واپسي جي رستي تي روزانه هزارين قيدين جي اچ وڃ ٿئي ٿي. لارين ۾ پهرو ڏيندڙ ايس- ايس وارا ”هيڊرخ“ جو بدلو وٺي رهيا آهن. جيل جي لاري اڃا سڏ پنڌ تائين مس وڃي ٿي ته ايس- ايس وارا قيدين کي پستول جي ڪنداڪن سان رتوڇاڻ ڪري ڇڏين. منهنجو لاري ۾ هجڻ ٻين لاءِ فائدي وارو هوندو آهي، ڇاڪاڻ ته منهنجي ڏاڙهي ايس- ايس وارن لاءِ دلچسپي جو مرڪز هوندي آهي ۽ هو ان تان چرچا ڪندا آهن.

اڪثر هو لارين جي لوڏن وقت سنهنجي ڏاڙهي ۾ جهليندا آهن. سنهنجي لاءِ اها سٺي تربيت هوندي آهي. ڇاڪاڻ تہ آڏي پڇا وقت بہ ساڳيو حال ٿيندو آهي ۽ پڇاڙي جو هميشہ چوندا آهن:

”جيڪڏهن سچائي تائين تو عقل کان ڪم نہ ورتو تہ پوءِ توکي گولي هڻنداسون.“

هاڻي ان ۾ ڪوبہ ڊپ باقي نہ رهيو آهي. هر شام هيٺ دالان ۾ توکي ماڻهن جا نالا ٻڌڻ ۾ اچن ٿا ـــ پنجاهہ، سو، بہ سو ماڻهو جن کي ڪوس گهر ڏانهن ويندڙ چوپائي مال وانگر لارين ۾ سٽين ٿا ۽ ڪين موت جي منهن ۾ ڏيڻ لاءِ ڪوبليسي موڪلين ٿا. سندن ڏوهہ؟ سندن بنيادي ڏوهہ هي آهي تہ هو بي قصور آهن. هو گرفتار ٿيا آهن پر سندن ڪنهن بہ وڏي واقع سان ڪو تعلق ڪونهي، تنهن ڪري بهتر آهي تہ ڪين ماري ڇڏجي. هڪ ساٿي ۹ ٻين ماڻهن جي اڳيان هڪ مزاحيہ شعر پڙهيو. جنهن جي ڪري هيڊرخ تي خوني حملي کان بہ مهينا اڳ هو گرفتار ٿيا. هاڻي هنن کي ڦاسي جي تختي ڏانهن نيو پيا وڃن ـــ مٿان انهي حملي جي سٺا منظور ڪرڻ جو الزام آهي. ڇهہ مهينا اڳ هڪ عورت کي غير قانوني اشتهار ورهائڻ جي شڪ ۾ جهليو ويو هو. هن عورت ڏوهہ مڃڻ کان انڪار ڪيو. تنهن ڪري هاڻي هو سندس ڀينرن ۽ ڀائرن ۽ سندن مڙسن ۽ زالن کي گرفتار ڪري سڀني

ڪي گولي ٿا هڻن. چاڪاڻ ته مارشل جو نعروئي آهي: ”شڪي ماڻهو ۽ سندن سڄا خاندان ناس ڪيو.“ — ڏڪ نيپالي غلطيءَ سان گرفتار ٿئي ٿو ۽ انتظار ۾ آهي ته ڪيڏي مهل ٿا چڙهينس. هو پنهنجو نالو ڏڻ ٿو پڙهي. اڳيان وڏي اچي ٿو. هو ڪيس انهن ماڻهن جي قطار ۾ ٿا بيهارين جن کي گولي هڻڻي آهي ۽ پوءِ سڀني کي گولي جو نشانو بڻايو وڃي ٿو — ۽ نئين ڏينهن کين خبر پوي ٿي ته نيپالي موت جو شڪار رڳو ساڳئي نالي جي ڪري ٿيو ۽ ان نالي وارو آهو ته پيو ماڻهو آهي جنهن کي گولي لڳڻي هئي. پوءِ هو ٻئي ماڻهو کي به گولي هڻي پورو ڪن ٿا ته جيئن حساب برابر رهي. انهن ماڻهن جي صحيح ذاتي تفصيلن بيان ڪرڻ ۾ ڪير پنهنجو وقت وڃائيندو. جن کي گولين جو نشانو بڻائو ويو آهي يا ڦاسيون ڏنيون ويون آهن! جيڪڏهن سڄي ملڪ جي زندگي کي وڃي ته پوءِ اهو غير ضروري نه آهي؟

آئون رات جو دير سان آڏي پڇا تان موٽيس. هيٺ پت جي پرر ۾ ولادي سلاووانڪورا ويٺو هو. سندس پيرن وٽ ننڍڙي ٽڙ هئي، جنهن ۾ سندس شيون هيون. چڱي طرح خبر اٿم ته انجو مطلب ڇا آهي. ڪيس به خبر آهي. اسين هڪ ٻئي سان هٿ ملايون ٿا. آئون ڪيس مٿين ماڙي جي دالان مان اچا به ڏسي سگهان ٿو ته ڪيئن هو ڏورو ڪنڌ هيٺ جهڪايو ويٺو آهي،

پر ڏسي رهيو آهي هيٺ، زندگي کان پري. اڏ ڪلاڪ ڪانپوءِ ڪيس سڏ ٿئي ٿو.....،

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ ملوس ڪراسني به ساڳئي پت وٽ پهتو آهي. انقلاب جو هڪ بهادر سپاهي. جنهن کي گذريل آڪٽوبر ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ جنهن کي عذاب توڙي اڪيلائي واري نظربندي به جهڪائي ڪونه سگهيا. پت کان ٿورو پاسيرو، هو سانتيڪي نموني سندس پنهنجي بيٺل جيل جي نگهبان کي ڪجهه سمجهائي رهيو آهي. سندس نظر مون تي پوي ٿي. آهستي ڪلندي مون کان موڪلائي ٿو ۽ پنهن جو ڳالهائڻ جاري رکي ٿو: ”هن مان توهان کي ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. اسان جا بيشمار ساٿي هڪ ٻئي پنهنجي موت جي منهن ۾ ويندا پر شڪست اوهان جي ٿيندي....“

ٻئي ڏينهن منجهند جو اسين پيشچڪ محل جي تري ۾ پنهنجي ماني جي انتظار ۾ آهيون ته هو ايلياس کي اندر آڻين ٿا. سندس ڪڇ ۾ اخبار آهي ۽ ڪلندي انهن ڏانهن اشارو ڪري ٿو. هن گهڙي کان اڳ اهن اخبار ۾ پڙهيو هو ته هيڊرخ تي جن ماڻهن خوني حملو ڪيو، تن سان سندس به تعلق آهي.

”ڪوڙا!“ هو آهستي چوي ٿو ۽ پوءِ ماني کائڻ لڳي ٿو.

شام جو هو جڏهن پين ماڻهن سان گڏ پانڪريڪ

۾ اچي ٿو ته ڏهن ٻه همت ڀري نموني ازبازيت ڳالهائيندو رهي ٿو. ڪلاڪ ڪن ڪانپوءِ هو ڪيس سندس ڪال ڪوٺڙي ڏانهن ڪاڍي ڪوبليسي ڏانهن وٺي ٿا وڃن. مرندڙ ماڻهن جا ڍير رڌندا ٿا وڃن. هاڻي انهن کي ڏهن يا سون جي ڳاڻيٽي سان نه پر هزارن جي حساب سان ڳڻيو وڃي ٿو. جيئن پوءِ تيئن تازو رت، نازي وحشين جي ناسن کي تيز ڪري ٿو. هو رات جو دير تائين ”ڪم“ ڪن ٿا ۽ خود آچر جي ڏينهن به ڪم ڪن ٿا. هاڻي هو سڀ ايس-ايس جي وردي پايو وينا آهن. انهن مڙن لاءِ قتل عام جو ڏينهن سندن جشن جو ڏينهن هوندو آهي. هو مزدورن، استادن، هارين، اديبن، آفيس ۾ ڪم ڪندڙن کي موت جي منهن ۾ موڪليندا آهن. هو مردن، عورتن ۽ ٻارڙن کي قتل ڪيو ڇڏين، سڄن ڪٽنبن کي موت جي ننڊ سمهاريو ڇڏين. سڄن سڄن ڳوٺن کي موت ۽ باهه جي نظر ڪيو ڇڏين. وطن جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موت، وبا جي بيماري وانگيان پکڙيل آهي ۽ هر ڪنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي چنبي ۾ جڪڙي پورو ڪريو ڇڏي.

اهڙي وحشت ۾ به انسان زنده رهي ٿو.

اهو ڪجهه اعتبار کان ٻاهر آهي. پر هو زنده آهي-ڪاٿي ۽ سمهي ٿو پيار ڪرڻ ڪونه ڇڏيو اٿس ۽ پوڙهيو ٻسم ڪري ٿو ۽ اهڙين هزارين ڳالهين بابت سوچي ٿو جن جو موت سان ڪوبه واسطو

ڪڍنهي، شايد سندس ڪلهي تي ڪو وڏو بار آهي پر هو اهو بار به ڪنيو پيو هاي. نه ته ڪو پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ٿو ۽ نه ئي وري ڪو بار جي ڪري، ڪري ٿو پوي.

مارشل لا جي هن وچ واري دور ۾ عملدار سونکي برانڪ وٺي آيو. جون جي مهيني ۾، مٺان آچر جي وڻندڙ شام، گلن ۽ وڻن جي ٻور جي سرهاڻ سان ٻهڪيل شام. ڊرام جي بيهڻ واري جاء ڏانهن ويندڙ رستو ايترو ويڪرو نه هو جو ڏينهن جي ڪم تان موٽندڙ ماڻهن جو درياه ان ۾ مابي سگهي. جيتوڻيڪ هو هيئنر تائين ڪم ڪري ٿڪجي پيا هئا پر ڪين ان ۾ به خوشي ٿيندي هئي ۽ فقط سندن پيارن جا قربائتا ٻاڪر سندن آجيان ڪندا هئا. ۽ سوت جيڪو رات ڏينهن پنهنجي شڪار جي ڳولا ۾ هوندو، تنهنجا سندن مهاندن تي اهڃاڻ به ڪونه هوندا هئا. هو وڻندڙ سهڻن وانگيان اچي مڙندا هئا. ڪنهن تي به همٿ رک ۽ پنهنجي وندر لاء ڪٿين- هو هڪ ڪنڊ ۾ اچي گڏ ٿيندا پر گهڙي ڪن ڪانپوء پنهنجين خوشين تي زندگي جي پنهنجي سموري لذت سان اچي گڏ ٿيندا.

اوچتو جو جيل جي بند دنيا مان هن وڏندڙ سيلاب ۾ آيس ۽ شروع ڪان ئي سونکي سندن منڙيون خوشيون تکيون لڳيون.

غلط، غلط.

اها هئي زندگي جيڪا سون هٿ ڏني، جنهن سان آئون پاڻ به لنگهي آيو هئس. خود وحشي دپاءُ هيٺ زندگي ختم ٿيڻ واري شيءِ نه آهي هڪ مان ختم ٿئي ٿي ته، ٻئي سون ۾ وڌي ٿي. زندگي جيڪا موت کان وڌيڪ طاقتور آهي. ڇا اها ڪوڙي هئڻ گهرجي؟

انڪانسواءِ: اسان ڪي ته ڏسو جيڪي ڪال ڪوٺڙي ۾ سڙي رهيا آهيون ۽ ان وحشت جي وچ ۾ رهيا پيا آهيون ـــ ڇا ڪنهن ٻيءَ شيءِ مان نهيل آهيون.

ٻچا ڳاڇا لاءِ اڪثر، پوليس موٽر ۾ ويهندو هئس ۽ جڏهن ڪڏ هلندڙ پوليس وارا شريف هوندا هئا ته پوءِ موٽر جي درين مان رستن، دڪانن، گل وڪڻندڙ ماڻهن جي انبوهن ۽ عورتن ڪي ڏسندو هئس.

ڪال ڪوٺڙي ۾ آئون اڪثر دير سان پهچندو آهيان. بابا پيسيڪ بي چيني سان پاڻهي پاڻ کان سوال پڇندو رهندو هو. ڇا هو وري واپس ايندو؟ آئون ڪال ڪوٺڙي ۾ اندر گهڙندو ئي مس آهيان ته بابا اچي ڀاڪر پائيندو آهي ۽ آئون ڪيس تازي خبر ٻڌائيندو آهيان ته اڄ ڪوبيليسي ۽ ڪيرڪير مئا آهن. پوءِ اسين چيٽي جي شڪل جهڙيون سڪل ڀاڄيون نڙي کان هيٺ لاهي خوشين ڀريو گيت ڳائيندا آهيون يا چڪي سان راند ڪندا آهيون. رات جا پهريان ٻه پهر ائين ئي گذرندا آهن، جيتوڻيڪ اسانکي خبر هوندي آهي ته ڪنهن به مهل جرمن پوليس اچي ڪال ڪوٺڙي

جو در کُڙکائيندي ۽ اسان مان ڪنهن هڪ لاءِ يا ٽي سگهي ٿو ته هي لاءِ موت جا پيغام آڻيندي.

پر هو ڪونه آيا. اسان وحشت جو اهو دور لنگهي آيا سين. اسين اڄ انهي وقت جو تصور ڪريون ٿا ۽ پنهنجي جذبن تي حيرت اچي ٿي. انسان جي بناوت ڪهڙي نه عجيب آهي. هو ڪيڏيون نه سختيون به سهي سگهي ٿو!

انهن ڪهڙين اسان تي پنهنجا گهٽائي آثار ڇڏيا آهن، شايد هو فلم جي هڪ رول وانگيان اسانجي دماغن ۾ لڪا پيا آهن ۽ جيڪڏهن اسين انهن کي ڏسڻ لاءِ زنده رهياسين ته پوءِ حقيقي زندگي جي هڪ ڏينهن اهي نروار ٿيندا. ٿي سگهي ٿو ته اسين انهن کي فقط هڪ وڏي قبرستان جي شڪل ۾ ڏسون، هڪ سر سبز باغ جنهن ۾ هنن ناياب ٻج ڇڏيو آهي، ناياب ٻج جنهن جا سلا ضرور نڪرندا.

---

# باب ستون

## شخصيتون ۽ ننڍيون شخصيتون — ٢.

### (پانڪريڪ)

جيل جون به حياتيون آهن.

ڏک ڪال ڪوٺڙي ۾ بند جنهن ڪي سختي سان سڄي دنيا کان ڌار ڪيو ويو آهي، پر تنهن هوندي به جيتري قدر سياسي قيدي جو تعلق آهي، اها زندگي بالڪل گهاٽن ناتن سان ٻاهرين دنيا سان ڳنڍيل هوندي آهي. هي زندگي ڪال ڪوٺڙي کان ٻاهر ڏکڻ وارانڊن منجهه آهي، جيڪا پوائنٽيءَ اڏاونڏاهيءَ ۾ آهي. پنهنجي ليکي هڪ ڪائنات، ڏريسن ۾ ۽ اندروني دنيا کان به وڏيڪ عاجڳيءَ واري، ڪيترن ئي ننڍين ۽ مختصر شخصيتن سان ڀريل— هن بابت ئي آئون توهان کي ٻڌائڻ گهران ٿو.

ان جي قدرتي تاريخ، ۽ پنهنجي خود تاريخ به آهي. جڏهين ائين نه هجي ها ته پوءِ جيڪر آئون ان کي ايترو اونهو نه سمجهي سگهان ها. مون کي فقط ظاهري اثر اچن ها، جن جو رخ اسان ڏانهن هو. فقط سندن ظاهري طرح پختو ۽ پڪو مٺاچرو، هڪ لوهي بار، جيڪو ڪال ڪوٺڙي ۾ رهندڙن کي دٻائي رکي ٿو.

سال اڳ ۽ اڌ سال اڳ، ٻه اٺين هو. هاڻي ان مٿاڇري
۾ ڏار پئجي ويا آهن جن مان ماڻهو ليئا پائي رهيا
آهن ــــ غريب، رحمدل، ڪل جهڙا مهانڊا. گهڻن قسمن
جهڙا مهانڊا پر هميشه انسان ذات سان واسطو رکندڙ،
حڪومت جو ٻار هن اڌ اونداهي دنيا جي هر شخص
تي ڏٻاءُ وجهي ٿو ۽ ان مان انسانيت جي هر جذبي
کي نچوڙي ٻاهر روشني ۾ آڻي ٿو. جيڪو ڪن ۾
گهٽ ۽ ڪن ۾ ڪجهه وڌيڪ هوندو آهي، ۽ جيڪو
سندن چهرن ۽ شخصيتن کي نمايان ڪندو آهي. توهان
کي بلاشڪ اهڙا ماڻهو ملندا جن کي مڪمل انسان
سڏجي پر اهڙا ماڻهو پنهنجو پاڻ اڳيان وڌن ٿا. هو
ٻئي ڪنهن جي ڏکئي وقت ۾ مدد ڪن، تنهن لاءِ
اهو ضروري نه آهي ته هو پاڻ به تڪليف محسوس
ڪندا هجن. جيل خوشين کان خالي ادارو آهي. پر
ٻاهرين دنيا به ته، ڪال ڪوٺڙين کان وڌيڪ غمگين
آهي. ڪال ڪوٺڙي ۾ دوستي هوندي آهي. نرالي
دوستي! اهڙي دوستي جيڪا محاذ تي خطري ۾ ڏکين
مدتن ۾ قائم ٿئي ٿي. جت اڄ منهنجي زندگي توهانجي
هٿ ۾ ۽ سڀاڻي توهانجي زندگي منهنجي هٿ ۾ آهي. هن
حڪومت جي جرمن واردن جي وچ ۾ ڪا گهڻي دوستي
ڪونهي. دوستي ٿي به نٿي سگهي. سندن چوڌاري جاسوسن جو
جاروڇايل آهي، جيڪي هڪ ٻئي تي چغليون هڻن ٿا. هو انهن
کان جن کي رسمي طرح اهي ساٿي سڏين ٿا اڪيلي سر پنهنجي

حفاظت ڪرڻ تي مجبور آهن ۽ منجهائن جيڪي چڱا آهن ۽ ڪنهن سچي ساٿي کان سواء رهي نٿا سگهن سي اهڙي ساٿي جي تلاش، جيل جي اونداهين ڪوٺين ۾ ڪن ٿا.

ڪيتري عرصي تائين اسانکي سندس نالن جي خبر ڪانه هئي. اهو ضروري به ڪونه هو. اسان پاڻ ۾، ڪين چيڙ وارن نالن سان سڏيندا هئاسين. جيڪي اسان يا اسان کان به اڳ آيل ماڻهن، مقرر ڪيا هئا ۽ اهي جيل جي ڪوٺڙين ۾ هلندا آيا. ڪيترن پهريدارن جا نالا به ايترا آهن جيتريون ڪال ڪوٺڙيون. اهو عام قسم آهي، نڪي چڱو نڪي خراب. هن هڪڙي قيدي جو راشن وڌايو آهي، ته ٻئي پاسي واري کي وري ٽُڪڙ هنيا اٿئين. انهن پهريدارن جو تعلق قيدين سان ڪجهه لمحن جو هوندو آهي، پر اهي لمحا اونداهيءَ ڪوٺيءَ تي پنهنجو دائمي اثر ڇڏين ٿا ۽ هڪ طرفو تصور ۽ هڪ طرفو، ڇٽر طور نالو، دن پهريدار لاء قائم ڪن ٿا. ڪن حالتن ۾ ڪنهن فرد جي ڇٽر واري نالي بابت اونداهين ڪوٺين ۾ هم خيالي ٿئي ٿي، هي اهڙو ماڻهو هوندو جنهن جي هات چلت مخصوص قسم جي هوندي آهي، چڱي يا خراب.

اچو ته انهن قسمن کي ڏسون! انهن ننڍڙن شخصيتن جو جائزو وٺون! انهن کي بي پرواهيءَ سان نه ڇونڊيو ويو آهي. اهي نازين جي سياسي فوج جو حصو آهن.

چونڊيل ساٿيو. نازي حڪومت جا ٿنبا ۽ نازي سماج جون ٿوٽيون.

**"غريب دوست"**

نازي طوفاني فوج جي محفوظ دوستي جو رهيس جيڪو ڪنهن وقت ڪولون ۾ اسڪول جو پڙهيوالو هو، سو هڪ قداور ۽ مضبوط جسم وارو ۽ بلند آواز شخص آهي.

پين جرمن اسڪول پڙهيوالن وانگر هن به ابتدائي طبي امداد جو ڪورس پورو ڪيو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن جيل جي طبي اداري طرفان به ڪم ڪندو آهي. هن سان هتي ئي ڏيٺ ٿي. هن مونکي گهاي ڪال ڪوٺڙي ۾ تڏي تي اچي وڌو هو ۽ منهن جي ڦٽن جي مام پٽي ڪيائين. شايد هن، واقعي منهنجي زندگي بچائڻ ۾ مدد ڪئي. اهو هڪ انساني فعل هو؟ يا شروعاتي مدد جو هڪ ڪورس؟ مونکي خبر ڪونهي پر منجهس موجود نازيت ان وقت ظاهر ٿي جڏهن هن ڏوئنشن سان نظر بند يهودين جا سمورا ڏند ٿي پڳا ۽ جن کي سيني بيمارين جي دوا طور ٿي زبردستي لوڻ يا واريءَ جا ٻڪ ٿي کارايا.

**"نڪ ڍگهو"**

هو بوديجو وچ ۾، فيبين شراب جي ٻٺي ۾ گاڏي هلائيندو هو. ڳالهائيندو بنهه گهٽو هو ۽ سياءَ جو سنو هو. هو ڪلندي ڪال ڪوٺڙي ۾ گهڙندو هو

۽ قيدين کي مرڪي ساني ڏيندو هو. ڪڏهن به ڪنهن کي ڪو ايذاءُ نه پهچائيندو هو. توهان کي شايد يقين نه به اچي ته هو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ٻاهر ويهي ڪل ڪوٺڙي اندر ٿيندڙ گفتگو ٻڌندو هو ته جيئن سڀ ڪجهه وچي اختياري وارن کي ٻڌائي.

## "ڪوڪلر"

هو بوديجو وچ ۾ شراب جي ٻٺي تي ڪم ڪندو هو. سڀ پيتناليهه سان ڪيترائي جرمن مزدور هت اچي پڳا آهن. ڪارل مارڪس لکيو آهي "اها ڳالهه اهميت واري نه آهي ته هڪ مزدور ذاتي حيثيت ۾ ڇا سوچي ۽ ڪري ٿو. پر مکيه ڳالهه هي آهي ته مزدورن کي هڪ طبقي جي حيثيت ۾ پنهنجي تاريخي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ، ڇا ڪرڻ گهرجي." هت موجود جرمن مزدورن کي حقيقت ۾ پنهن جي طبقي جي ذميوارين جي ڪاٻه سڌ نه آهي. انهن کي سندن طبقي کان ڇني ڌار ڪري انجي خلاف ڪڙو ڪيو ويو آهي.

هو نازين سان انڪري مليو ته جيئن آرام سان روزگار ڪمائي سگهي، پر نعامله سندس خيال کان وڌيڪ منجهيل نڪتو. ان کان پوءِ سندس منهن تان مرڪ ئي هلي وئي. هڪ جواري وانگيان هن سڀ ڪجهه نازين جي فتح تي لڳائي ڇڏيو. ڪجهه وقت کانپوءِ ڪيس پتو پيو هو ته هو هڪ مئل گهوڙي تي بازي رکي رهيو آهي. انهيءَ ڪري هاڻ هو ڏوريءَ

ڪُنڊيءَ ڳالهه تان ڇڙڻ پئي لڳو. رات جو اڪيلو نرم بوڏن ۾ جيل جي وراندن ۾ پهرو ڏيندي هو غيرشعوري طرح بتين جي ڏڪن تي ڇڙهيل مٽي ۾ پنهنجي اونداهن خيالن جا پاڇا ڇڏيندو هو: ”هر شي لڙهندي ڪنهن اوڙاهه ۾ پئي وڃي،“ هن شاعراڻي انداز ۾ لکيو ۽ خودڪشي بابت سوچڻ لڳو.

ڏينهن جو هي شخص پنهنجي خوف تي ضابطي رکڻ لاءِ قيدين ۽ مقدمن ڪي ڊوڙائيندو ۽ سندن پڻيان هيانءَ ڏاريندڙ رڙيون ڪندو هو.

”روزار“

ڊگهو ۽ ڏبرو شخص. هٿ اهڙا ڏورا ماڻهو آهن جيڪي دل کولي کلي سگهن ٿا. هو جابلو، نڪ ويجهو ڪڙي جي هڪ ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو هو. هو ڪال ڪوٺڙي ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺو ڳالهيون ڪندو هو.

آئون هن ڏنڌي ۾ ڪيئن آيس؟ ڏهن سالن تائين ڪو مناسب روزگار نه مليم. سڄي ڪٽنب لاءِ هفتي ۾ فقط ٢٠ ڪرائون ـــ سمجهي سگهين ٿو ته وقت ڪيئن گذرندو هو. پوءِ هو اچن ٿا ۽ چون ٿا ته اسين توکي روزگار ڏينداسين. اسان سان هل آئون ساڻن گڏ وڃان ٿو ـــ ۽ هو سونکي ڪم ڏين ٿا. سونکي ۽ پيني سيٽي ڪي. اسان وٽ ڪانئڻ لاءِ به آهي ۽ رهائش جي جاءِ به. اسين وقت گذاري سگهون ٿا. سوشلزم؟ نه اهو

برابر سوشلزم نہ آهي. مون خيال ڪيو تہ اهو مختلف هوندو. پر هاڻي اسان اڳ کان بهتر حال ۾ آهيون."

ڇا هي جنگ ناهي؟ مون ڪڏهن بہ جنگ جي خواهش نہ ڪئي. آئون ته ڇاهيان تہ پيا ماڻهو مرن. منهن جي خواهش هئي تہ: مان زنده رهان."

"هت مون ڪنهن کي ڇيهو پهچايو آهي ڇا؟ جيڪڏهن آئون ويس تہ منهنجي جاءِ تي ٻيو ايندو. شايد وڏيڪ خراب. ڇا ائين آئون ڪنهن جي مدد ڪريان؟ جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ آئون وري ڪارخاني ۾ ڪم ڪندس...."

"تنهن جي خيال ۾ ڪير کٽندو؟" "اسين نہ؟ توهان؟ اسان جو ڇا ٿيندو؟"

"پڇاڙي؟ افسوس. مون سمجهيو تہ اها مختلف هوندي." هو وڏيون پرانگهون کڻندو ڪال ڪوٺڙي مان هليو ويو.

اڌ ڪلاڪ کن کانپوءِ وري موٽيو ۽ ٻڌايائين تہ سوويت يونين ۾ حالتون ڪيئن آهن.

"بي حس"

هڪ ڏينهن صبح جو اسين پانڪريڪ ۾ هيٺ وڏي ورانڊي ۾ گاڏين جو انتظار ڪري رهيا هئاسين. اسان کي پيتسچڪ محل ۾ ٻيا ڳاچا لاءِ وڃڻو هو. اسان کي روزانو انتظار ڪرڻو پوندو هو. قيدي پٺ ڏانهن منهن ڪري بيهندا هئا. اسان جي پٺيان جيڪو

آواز آيو سو مونکي نئون لڳو.

”آئون ڪجهه ڏسڻ نٿو گهران، نه وري ڪا ڳالهه ٻڌڻ گهران ٿو! توهان هينئر پل سونکي نه سڃاڻو؛ پر سگهوئي اوهين مونکي سڃاڻندو.“

مونکان ڪان ڪل نڪري ويئي. هن جي لفظن مونکي ”گڊ سولجر شيوڪ“ ڪتاب جي ڪردار ليفٽيننٽ ڊب جو حوالو ياد ڏياريو، جيڪو ان ماڻهو سان بلڪل نهڪي ٿي آيو. اڄ تائين ڪنهن کي به اهڙي همت نه ٿي هئي، جو وڏي آواز ۾ چرچا ڪري پر هڪ تجربيڪار پاڙيسري مونکي اشاري ۾ خبردار ڪيو ته نه ڪلان- شايد منهنجي غلطي هئي ۽ چرچي جهڙي ڳالهه نه هئي. واقعي ائين هو.

جنهن هستي اسان جي پنيان اهي لفظ چيا سو جرمن پوليس جي وردي ۾ هڪ بنهه بندرو ۽ نبل شخص هو جنهن کي ظاهر هو ته اها سڌ ني ڪين هئي ته شيوڪ ڪير هو. ان ليفٽيننٽ ڊپ وانگيان ڳالهايو چاڪاڻ ته ان سان روحاني هڪ جهڙائي هيس. ان ماڻهو جو نالو وٿان هو. ۽ ويتان وانگيان چيڪوسلاويڪي فوج ۾ ڪيتري وقت تائين نان ڪميشنڊ آفيسر ٿي رهيو هو. هو بالڪل صحيح هو. اڳتي هلي اسين هن کي بالڪل چڱي طرح سڃاڻڻ لڳاسين ۽ اسين فقط بي حس هستي طور سندس ذڪر ڪندا هئاسين. سچ ته هي آهي ته: هن نڪمي، هٺيلي ۽ شيطان جهڙي انسان لاءِ اسين

کي نالوئي نہ گھولي سگھياسين، چاڪاڻ تہ منجھس ڪيترين ئي خراب ڳالهين هيون. هو ٻانڪڙيڪ نظام جي هڪ مکيہ ٿنڀ هو.

انهن ٻڌاڪين جي باري ۾ ڳڙٺاڻا اڪثر چوندا آهن تہ: اهي لوهي ڏنڊيون آهن، جيڪي توهان کي تمام نازڪ هنڌن تي زخم ڪن ٿيون. ڪنهن ماڻهوءَ کي جسماني طرح نندي هڻڻ جي ايذاءُ پهچائڻ لاءِ ڪيتري پستيءَ جي ضرورت آهي؟ وٽان کي بہ اهو مرض آهي ۽ هو انجو بدلو هر ان شيءِ کان وٺندو آهي جيڪا روحاني ۽ جسماني طرح ڪانئس اتم هوندي آهي.

هو ماڻهن کي ماريندو نہ آهي چاڪاڻ تہ منجهس ايتري همت ئي نہ آهي پر قيدين جي وانان جيڪي ڪجھ ٻڌندو آهي سو سڀ وڃي اختياري وارن کي ٻڌائيندو آهي. هو ڪيترين دمت گھڙيون ڳالهيون بہ وڃي بالا عملدارن کي شڏمڏ سان ٻڌائيندو آهي. هن جي ٻڌائڻ ڪري ڪيترن ماڻهن کي عذاب ڏنا ويا ۽ ڪيترا موت جي ابدي ننڊ ۾ پئجي ويا.

هو حد کان وڌيڪ ڪِل جھڙو آهي. جيل جي ورانڊي ۾ هو اڪيلو سينجي هلندو آڏي ۽ پنهنجي وڏي اهميت جا خواب ڏسندو آهي. جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي سامهون ٿيندو آهي تہ ٻوءِ متيري زمين يا ڪنهن شيءِ تي چڙهي ببهڻ جي ضرورت محسوس ڪندو آهي. آڏي،

پڇا وقت ڏاڪڻ جي ڪنيءَ تي چڙهي ويهندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته: ڪلاڪ ڏيڍ تائين ان ڏڪيءَ جاءِ تي ويٺو هوندو آهي اهو صرف انهيءَ ڪري ته هو توهان کان متي ڏسڻ ۾ اچي. جڏهن هو ڏيوڙي تي هوندو آهي، ته هو ڏاڪڻ تي چڙهي هاندو آهي، يا بينچ تي چڙهي هلندو آهي، ۽ پنهنجي عادتي جملن کي ورجائيندو آهي:

”آئون ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿو چاهيان. آءٌ ڪجهه به ٻڌڻ نٿو چاهيان. توهان کي سنهنجي خبر نه آهي....“

صبح جو اٺ ڪلاڪ گاهه تي چهلقدمي ڪندو آهي، جيڪا پڻ پنهنجو پاڻ کي ماحول کان اوچائي جــو احساس ڏياريندي اٿس. هو ڪال ڪوٺڙي ۾ شاهاڻي انداز سان داخل ٿيندو آهي، ڪنهن اهم شخصيت جيان، ۽ يڪدم ڪرسي تي چڙهي ببهندو آهي جيئن مٿاهين جاءِ تان ببهي چڪاس ڪري سگهي.

هو بيحد ڪل جهڙو آهي— آفيس ۾ هر هاڪڙي ماڻهوءَ جيان، جتي ماڻهن جي زندگي موت جا فيصلا ٿيندا هجن— انتهائي خطرناڪ پڻ. هن جي نااهلي ۾ به، هڪ قسم جي اميد آهي. هڪ ذري مان پربت ناهڻ. هن کي قيدين تي نظر رکڻ کان وڌيڪ، ڪجهه به نٿو اچي، تنهن ڪري جيل جي قاعدن کان ذرو به هٽڻ، هن جي لاءِ تمام وڏي ڳالهه آهي، ايڏي وڏي ڳالهه جيڪا هن جي هڪل ڪرڻ جي اهميت جهڙي

هجي– هو جيل جي قاعدن جي پچڪڙي ۽ ڏوهن بابت ڪوڙ گهڙيندو آهي، جيئن رات جو بستري تي ليٽڻ مهل انهي اطمينان ۽ آرام سان سمهي سگهي ته هو ٻه ڪا هستي آهي. ۽ هتي جيل ۾ ڪير ڏسو چڪاس ڪري ته هن جي معلومات ۾ ڪيترو سچ آهي؟

"سيميتونز"

هڪ مضبوط جسم جو ماڻهو، هر قسم جي جذبن کان خالي. منهن ۽ اکيون چڻ ته: گروسز جي ڏاهيل نازي فوجي ڪارٽون ۾ زندگي اچي وئي هجي. هو ليٿونيا جي سرحد تي ڏنار هو، پر تمام عجب آهي، جو انهي خوبصورت ۽ پاڃهاري سال هن ۾ سندن ڪا به خوبي نه ڇڏي. اختياري وارا هن کي جرمن قوم جي خوبين جو مجسمو سمجهندا آهن. هو چست، سخت ۽ راٺي ڏٻڻ کان بالاتر (انهن سان هڪ جيڪي اردلين کان ڪاڏو نٽا وڻن) پر....

ڪنهن جرمن عالم، ياد نٿو پوي ته ڪنهن، ڪنهن ساه واري جي ذهانت جو اندازو انهن آوازن ۽ اچارن سان لڳايو تي جيڪي هو اچاري سگهيو ٿي. آئون سمجهان ٿو، هن سڀ کان گهٽ عقل رکندڙ گهريلو ٻلي ٿي سمجهي. هيءَ جيڪا صرف ١٢٨ آچار ڪيئي سگهي ٿي. سيميتونز جي مقابلي ۾ ڪيڏي نه ذهين آهي، جو هن کان پانڪريڪ صرف چار اکر ٻڌا: "پاس بالاس آئوف، سينسچ!" ("او! هيڏانهن نهار.")

هفتي ۾، ٻه ٽي دفعا ڊيوٽي جي چارج ڇڏيندو هو ۽ ٻئي ٽئي دفعي هر هفتي ۾ هن کي وڏي اذيت مان لنگهڻو پوندو هو— ۽ هن جي هميشه خراب ٻڇاڙي ٿيندي هئي. هڪ دفعي سون جيل جي ڪمانڊر کي، هن کي ڇڙٻيندي ڏٺو، ڇوته دريون ڪابل ڪونه هيون.

هڪ گهڙي لاءِ جسم ننڍين ٽنگن تي لڏيو، احمقانه نموني جهڪيل سر اڃا به وڏيڪ جهڪيو ۽ وات ڦڙي ٻڏل اکر هن وري دهرايا، جنهن تي سموري مخلوق يڪ آواز ڪجي اٿي، ورانڊن ۾ طوفان مچي ويو، ڪنهن کي به خبر ڪانه هئي ته ڳالهه ڇا آهي، دريون بند ٿي رهيون، فقط ٻه قيدي، جيڪي سيميتونز کي ويجهو هئا، پنهنجي نڪ مان رت ڳاڙيندا نظر آيا. هن کي رستو ملي ٿي ويو.

هر دفعي ائين ٿيندو هو. ساٿين کي ڏک هڻڻ، هنن کي ڏسڻ سان ئي ڏک هڻڻ، ڏک هڻڻ ۽ جيڪڏهن ضرورت پوي، ماري ساه ڪڍي ڇڏڻ— اهو رستو ڪيس معلوم هو، فقط اهو رستو. هڪ دفعو قيدين سان ڀريل هڪ ڪوٺڙي ۾ داخل ٿيو، ۽ هڪ قيدي کي ڏک هنيائين. قيدي، جنهن کي ڏک لڳو سو بيمار هو: ڏک لڳڻ سان ئي ڪري پيو ۽ ڦٿڪڻ لڳو. هن سيني کي آٿ-ويهه ڪرٽي پئي ۽ سيميتونز کي هڪ مشڪل مسئلي جو حل ملي ويو. هنجا هٿ ڇپاهه تي ۽ مرڪ چپن تي هئي جڻ ته هن ڪو وڏو ڪارنامو سرانجام

ڏنو هجي.

هڪ وحشيءَ کي جيڪي ڪجهه سيکاريو ويو هو، تنهن سان هن کي فقط اهائي ڳالهه ياد هئي، ته ڪو ماڻهو ڏک هني ٿو سگهي.

تنهن هوندي به انهيءَ جانور جي دل ۾ ڪجهه لڙل هئي، اها مهيني ٻن جي ڳالهه آهي. ٻه ماڻهو هو ۽ ڪ___ جيل جي استقباليه آفيس ۾ ويٺا هئا ۽ ڪ، حالتن جي باري ۾ ڳالهائي رهيو هو. هو ڳچ وقت ڳالهائيندو رهيو. تمام گهڻي دير تائين ايستائين، جيستين ڪيس سيميتونز ۾، ڳالهه کي سمجهڻ جو دم ڏسڻ ۾ آيو. هو آڻيو آفيس جو در ڪوليائين ۽ ٻاهر دالان تائين احتياط سان نظر وڌائين چوطرف ماٺ هئي، رات جو وقت هو ۽ جيل ستل هو. هن در بند ڪيو، پنهنجي پڻيان خبرداريءَ سان در کي ڪلف لڳايائين ۽ آهستڙي ڪرسيءَ تي ڍهي پيو.

”تون ائين ٿو سمجهين........؟“

هن پنهنجي مٿي کي پنهنجن هٿن جي ترين جو آڌار ڏنو. طاقتور بدن جي نيڙي ڪمزور روح کي هڪ ڀڄائتي بار لوڏي ڇڏيو. ڳچ وقت تائين هو اهڙي حالت ۾ پيو هو، ان کان پوءِ هن پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪيو ۽ نااميدي سان چيائين:

”ون صحيح آهين. اسان هاڻي ڪٿي سگهون...“

انهيءَ ڳالهه کي هڪ مهينو ٿيو آهي، جڏهن

ٻانڪريڪ، سيميتونز جو آخري جنگي نعرو ٻڌو هو ۽ ٻنهي نون قيدين کي اچا سندس هٿ نه لڳا هئا.

**جيل جو سپرنٽينڊنٽ**

هڪ ننڍڙو ماڻهو، سدائين ٺهيل ٺڪيل، شهري ڪپڙن يا جرمن فوجي لباس ۾ سڪيو سڪايو، پنهنجو پاڻ مان خوش، ڪتن جو، شڪار جو ۽ عورتن جو شوقين، اهو ڪنهن ماڻهوءَ جو هڪڙو رخ آهي، جنهن مان اسان جو ڪو واسطو ڪونهي.

ٻيو رخ، اهو آهي ته پانڪريڪ ڪيس ڪهڙي رنگ ۾ ڏٺي ٿو. هڪ کهرو، جٽ، اڻ پڙهيل، هڪ پوءِ-ڊاڪيل نازيءَ جو نمونو. پاڻ کي قائم رکڻ لاءِ هر ڪنهن کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار. جيڪڏهن ناٿن مان ڪو قتل ماڻدو هجي ته، سوپا سندس نالو آهي، ۽ هو پولنڊ مان آيل آهي. ائين چيو اٿن ته هن لوهارڪي ڪم سکيو هو، پر انهيءَ آبروءَ جهڙي ڌنڌي ۾ هن تي ڪو اثر نه ڇڏيو. گهڻو عرصو ٿيو آهي جڏهين کان هو هٽلر جي نوڪريءَ ۾ گهڙيو ۽ پاڻ کي اڳتي ڌڪڻ جي وسيلي اهو موجوده مرتبو حاصل ڪيو اٿس.

آفيسر هجڻ يا قيدي، ٻار هجن يا ٻڍا، پر هو سڀني لاءِ بي رحم ۽ بي حس آهي، اهڙي طرح ئي هو پنهنجي عهدي جو بچاءُ ڪري ٿو. پانڪريڪ جيل جي، نازي ملازمن جي وچ ۾ ڪابه دوستي ناهي، پر سوپا وانگر

ڪو به اهڙو نه ليندو، جنهن ۾ دوستيءَ جو اصل ڪو اهڃاڻ به نه هجي. سڄي جيل ۾ فقط هڪ انسان اهڙو آهي جنهن ڪان شايد هو متاثر آهي ۽ جنهن سان هو اڪثر سٺي نموني ڳالهائيندو آهي، اهو آهي جيل جو ميڊيڪل اردلي، پولينري ميئستر ويئسنر. پر انئين ٿو ڏسڻ ۾ اچي ته اها ڳالهه به هڪ طرفي ناهي.

هو فقط پنهنجو پاڻ ڪي سچائي ٿو. هن اهو اسيراڻو مرتبو پنهنجي لاءِ ئي حاصل ڪيو آهي ۽ پنهنجو پاڻ لاءِ ئي هو انهيءَ حڪومت سان آخري گهڙيءَ تائين وفادار رهندو، شايد هو اڪيلو انسان آهي جنهن ڪي پنهنجي بچاءُ جو ٻيو ڪوبه رستو نٿو سجهي. ڪيس خبر آهي ته ٻيو ڪوبه رستو ڪونهي.

نازيت جي شڪست، خود سندس شڪست آهي، سندس سکي ستابي زندگيءَ جي پڄاڻي آهي، سندس شاندار بنگلي جي پڄاڻي آهي، سندس خوش لباسيءَ جو خاتمو آهي (جنهن ڪي قاسي تي چڙهيل چيڪ باشندن جا ڪپڙا استعمال ڪرڻ ۾ به ڪو شرم نه ٿيندو هو).

اها پڄاڙي آهي— هائو.

**”جيل جو ميڊيڪل اردلي“**

پولينري مسٽر ويئسنر پانڪريڪ ماحول جي هڪ جهوني شخصيت آهي. بعضي انئين محسوس ٿيندو آهي ته هو هتان جي شخصيت آهي ۽ بعضي انئين لڳندو ته هن ڪانسواهه پانڪريڪ جو تصور ئي نٿو ڪري

سگهجي. جيڪڏهن هو مريضن جي ڪمرن ۾ نه هوندو ته وراندين ۾ نديا، لوڏ وارا قدم کڻندو پنهنجي منهن ڳالهائيندو ۽ سمورو وقت چؤ-گهرجا طرف ڏيان ڏيندي، ويندي نظر ايندو. ائين لڳندو ڄڻ هو ڪو ٻاهريون ماڻهو آهي جو ڪنهن مختصر عرصي لاءِ آيو هجي ۽ پاڻ سان گڏيل ڪان گهڻا تاثر کڻي وڃڻ جو گهرجاؤ آهي. هو دروازي ۾ چابي وجهڻ ۽ قيدين جي ڪوٺين کي ترت ۽ خاموشي سان کولڻ ۾ اهڙوئي تيز آهي جهڙو ڪو هوشيار جيلر ٿئي، تي سگهي ٿو. هن ۾ رکيءَ خوش-طبعي جي هڪ عادت آهن جنهن ۾ هو ڪي ڳالهيون لڪل معنيٰ واريون پر ساڳئي وقت بنا ڪنهن زور جي چئي ويندو آهي. هو پاڻ، ماڻهن جي ويجهو پوڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، پر پاڻ ساڻهن کي ويجهو پوڻ نه ڏيندو آهي. هو گهٽوئي ڪجهه ڏسڻ جي باوجود ڪنهن جي چغلي ڪونه هڻندو آهي. قيدين جي ڪنهن ڪوٺي ۾ گهڙندو جا دونهي سان ڀريل هوندي، کانئس ڇڪڻ نڪري ويندي هون، منهن چپ اگهندي، منهن تي ناراضگي جو اظهار ڪندي، هو چوندو "ڪوٺين ۾ تماڪ پيڻ" ۽ وري ٻيءَ قسط ۾ پنهنجا چپ اگهندي چوندو: "سخت منع آهي." پر ڪڏهن به اسان تي چغلي نه هڻندو آهي.

هن جو منهن، دائمي طرح گهنج پيل ۽ ڏڪارو لڳندو آهي، ڄڻ هن کي ڪنهن وڏي پريشانيءَ سبب

تڪليف پهچي رهي آهي. ظاهر آهي ته هو نٿو چاهي
ته جنهن حڪومت جو ملازم آهي تنهن سان ڳنڍيل
رهجي ۽ ان جي ظلم هيٺ آيلن جو علاج ڪندو رهي
هن کي هن نظام ۾ ڪا ويساه ڪونهي، هن کي هن
جي بقا ۾ به يقين ڪونهي، ۽ نه ڪڏهن ماضي ۾ هن
کي ڪو اهڙو يقين رهيو آهي. اهوئي سبب آهي جو هن
پنهنجي ڪٽنب کي وراتيسلا کان پراگ نه آندو آهي.
جيتوڻيڪ، ڪي ٿورا اهڙا نازي ڪامورا آهن جن مقبوضه
علائقي جي زمين جي لالچ ۾ اهڙو موقعو هٿان وڃايو
آهي. ساڳئي وقت هن ماڻهوءَ ۾ اها صلاحيت به
ڪونهي، جو هو انهن سان شامل ٿئي، جيڪي هن نظام
خلاف لڙي رهيا آهن. هن پاڻ کي عوام سان به نه
ملايو آهي.

هو تمام محنت ۽ ديانتداريءَ سان منهنجي سنڀال
پيو ڪري. اڪثر ماڻهن جي حالتن ۾ هو ائين ڪندو
آهي. ڪڏهن، جڏهن کيس معلوم ٿيندو آهي ته ڪنهن
قيدي کي سخت عذاب ڏنا ويا آهن، تڏهن هو ان کي
پيهر پڇاڻي لاءِ موڪلڻ کان صفا انڪار ڪري ويهندو
آهي. شايد اڃا سندس ضمير ۾ ڪو احساس باقي آهي.
ڪن ٻين وقتن تي جڏهن سندس مدد جي سخت ضرورت
هوندي آهي، هو ڪا به مدد نه ڪندو آهي. شايد اهو تڏهن
ٿو ٿئي جڏهن کيس حڪومت جو ڊپ لڳندو آهي.

هي هڪ اهڙي شخصيت آهي جيڪا حڪمرانن

جي خوف ۾ جيڪي اچڻ وارو آهي ان جي خوف ۾
اڪيلو ئي پيو آهي. هو ان صورتحال ۾ ڪو رستو ڪيڻ
جي ڪوشش ڪندو آهي پر ڪيس ڪو رستو ڪونه
ٿو ملي— هو هڪ ننڍڙي ڪوئي وانگيان آهي جيڪو،
ڪيري ۾ ڦاسي پوي ۽ ڪو به رستو ڪيس نه ملي.

"فلنڪ"

هو فقط ننڍڙي شخصيت ڪانهي پر اڃا مڪمل
شخصيت به ڪونه بڻيو آهي. هن جي وچ ۾ هڪ
عبوري حالت ۾ آهي، هن ۾ اهو واضح شعور ڪونهي
جيڪو ڪيس شخصيت بڻائي سگهي.

در اصل هن قسم جا به ماڻهو آهن، سادا، حساس،
شروع ۾ بالڪل خاموش ۽ جن عذابن ۾ اچي ڦاٿا
آهن تن ۾ حيران بعد ۾ هن سڄي جنجال مان نڪرڻ
لاءِ آتا آهن، ٻين تي مدار رکندڙ، ان ڪري پنيرائي
جا ڳولائو، ان جامتلاشي. پر عام ڪانسواءِ پنهنجي
حس جي بنياد تي صحيح جاءِ تي پهچي ويندڙ. هو
توهان جي ان لاءِ مدد ٿا ڪن جو توهان ڪان مدد
جي اميد ٿا رکن. انهن کي مدد ڪرڻ جائز آهي.
اڄ به ۽ آئنده پڻ.

اهي به ماڻهو جيڪي پانڪريڪ جي سمورن جرمن
ڪامورن ۾ يڪتا آهن سي به محاذ تي هئا.

اناور جيڪو زوجمو جي هڪ درزي جو مددگار
هو مشرقي محاذ تي ڪجهه وقت رهڻ ڪان پوءِ پاڻهي

پاڻ کي پاري لڳڻ جا زخم ڏئي واپس موٽيو هو. هو "شيوڪ" جي ڪردار جيان فلسفانہ انداز ۾ چوندو هو تہ:

"جنگ ماڻهو جو ڪم نہ آهي. منهنجي ان ۾ ڪابہ دلچسپي ڪانهي."

هوفر هڪ خوش مزاج سوچي هو جيڪو باٺا جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو هو. هو فرانس واري چڙهائي وقت فوج ۾ هو. جتان ترقي جي وعدي جي باوجود پڇي نڪتو هو. اڪثر تقريبا هرروز بنهنجين ننڍين پريشانين جي اثر هيٺ جيڪي ڪيس ڪافي هيون، هو ٻڌن سان اظهار نفرت جا اشارا ڪندي، اچاريندو هو "ايخ اِسخيز" ("جهنم ۾ پوي.")

ٻئي هڪ ئي قسم جا آهن، قسمت توڙي ڪردار جي خيال کان. پر هوفر وڌيڪ ڪليل ۽ وڌيڪ مڪمل آهي. ان ڪري سيني ڪوٺين وارا ڪيس "فانڪ" جي نالي ڏيڻ تي متفق آهن.

هن جي ڊيوٽي وارو ڏينهن قيدخاني جي ڪوٺين ۾ سڪون جو ڏينهن هوندو آهي. توهان ڪي جيڪي وٺي سو ڪريو. جيڪڏهن هو ڪاوڙ ڪري تہ ساڳئي وقت اک پڇي اهو ظاهر ڪندو آهي تہ اوهان تي ڪاوڙ ڪانهيس. هي سڀ ان لاءِ ڪيو پيو وڃي تہ مٿيان آفيسر سمجهن هو ڪافي ڪڙت آهي. مگر سندس اها ڪوشش ڪوبہ نتيجو پيدا نٿي ڪري، ڪنهن کي

۽ سندس ڦڙتائي جو يقين نٿو ٿئي. ڪو ۽ دفعو اڏڙو ڪونہ ٿيو وڃي جڏهن ڪيس سزا طور وڌيڪ ڏيوڻي نہ ڏيڻي پوي.

”ايڪ اسخيز“ جئي هٿن سان نفرت جو اظهار ڪندي هو هميشه وانگر ڏيوڻي ڏيندو رهي ٿو. اڄ بہ هو جيل جي پهريدار ڪان وڌيڪ دڪ خوش مزاج نوجوان موچي ٿو لڳي. ڪنهن مهل توهان ڏسندؤ تہ ڪنهن ڪوٺي ۾ هو پوري توجهہ سان سڪن جي راند جو مزو وٺي رهيو آهي، ٻي وقت ڏسبو تہ هو سڀني قيدين کي ڪوٺي ڪان ٻاهر ورانڊي ۾ ڪڍي ”چڪاس“ پيو ڪري، اها ”چڪاس“ ڪافي ڏکي ٿيندي آهي. بعضي توهان ڏسندو تہ ڪوٺي ۾ هو پنهنجو مٿو مونن ۾ وجهي ٽيبل تي ڊريو پيو هوندو. خوب ننڊ ڪندو آهي ۽ تمام اطمينان ۽ مزي سان. هتي پنهنجي ٻالا عملدارن ڪان، ڪيس بچاءُ آهي جو تہ ڪنهن بہ مهل ڪنهن عملدار جي اچڻ تي ورانڊي ۾ ٻيٺل قيدي ڪيس خطري ڪان آگاهہ ڪندا آهن. هو ڏيوڻي جي دوران ئي سمهڻ جو وقت ڪڍي سگهيٽو. ڇو جو ڏيوڻي ڪان ٻاهر سندس دماغ سمورو وقت ڇوڪرين جو سوچيندو آهي جيڪي ڪيس دنيا جي هر شيءِ ڪان وڌيڪ پسند آهن.

نازين جي شڪست يا سوپ؟— ”ايڪ اسخيز“ اهو تماشو آخر ڪيترو وقت هلندو.

هو ڀاڱ ڪي ان ۾ شمار نٿو ڪري، فقط ان جي ڪري به هو دلچسپ آهي. ڀران ڪان به وڏيڪ ته، هو نازين ۾ شمار ٿيڻ به نٿو چاهي ۽ انهن مان نه آهي. توهان ڪي جيل جي ڪنهن به حصي ۾ ڪنهن قيدي ڏي ڪو پيغام موڪلڻو آهي؟ فلنڪ اهو پهچائي ڏيندو. توهان ڪي جيل ڪان ٻاهر ڪو پيغام موڪلڻو آهي، ته اهو به فلنڪ پهچائي ڏيندو. توهان ڪي ڪنهن قيدي سان ملي ڪيس سمجهائي، ڪن ماڻهن ڪي بچائڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي؟ فلنڪ توهان ڪي ان قيدي وٽ وٺي ويندو ڀاڻ ٻاهر بيهي پهرو ڏيندو ۽ پنهنجي ان ڪاميابي تي خوشي محسوس ڪري رهيو هوندو. اڪثر توهان ڪي خود ڪيس محتاط رهڻ جي هدايت ڪرڻي پوندي. هن ڪي خطري ۾ هئڻ جو احساس گهٽو ڪونهي. هن ڪي ان جو چڱي طرح احساس ڪونهي ته هو ڪيڏو نه چڱو ڪم ڪري رهيو آهي. ان ڪري ئي هو آساني سان ائين ڪندو رهي ٿو. پر اها ڪمي سندس ترقي ۾ رڪاوٽ آهي.

هو اجا شخصيت نه آهي پر شخصيت بنجڻ جي منزل ڏانهن وڌي رهيو آهي.

## "ڪولن"

مارشل لا جي زماني جي هڪ شام نازي طوفاني فوج جي ڊريس ۾، هڪ پهريدار موڪي پنهنجي ڪوٺي ڏانهن وٺي آيو. اڻ سنهن جي ڪيسن جي فقط متاڇري

تلاشي ورتي. ”تون ڇا ۾ ڦاٿو آهين؟“ هن سون کان پڇيو.

”توکي ان ڪري خوف ٿيو؟“

”جيڪي ٿيڻو آهي سو ٿيندو.“

هڪ گهڙي جي لاءِ هن سنهنجي ڪوٽ جي ڪالرن تي ميڪانيڪي نموني پنهنجيون آڱريون ڦيرايون.

”شايد هو ائين ڪن. ٿي سگهي ٿو ته سياڻي نه، هڪ هفتي کان پوءِ، پر شايد بالڪل نه. پر هن زماني ۾ هر ڳالهه لاءِ تيار رهڻ بهتر آهي.“

هيڪر وري خاموش ٿي ويو.

”پر ٿي سگهي ٿو...، ڇا تون ڪنهن کي پيغام موڪليندين؟ يا، ڪجهه لکڻ چاهيندين. اڄ جي لاءِ نه، تون سمجهين ٿو آئينده جي لاءِ، تون هتي ڪيئن آئين، ڪنهن توکي دوکو ڏنو، ساٿين ڪهڙي روش ورتي. ته جيئن جيڪا توکي معلومات آهي سا توسان گڏ ختم نه ٿي وڃي....“

آئون ڪجهه لکڻ چاهيان ٿو؟ ائين پئي لڳو ڄڻ هن سنهنجي دلي تمنائن کي پروڙي ورتو آهي.

هڪ لحظي کان پوءِ هو پينسل ۽ ڪاغذ کڻي آيو. مون انهن کي احتياط سان پاسيرو ڪري رکيو ته جيئن چڪاس جي موقعي تي نڪري نه پون.

مون انهن کي هٿ ئي نه لاتو.

اها ايڏي خوشي جي ڳالهه هئي——جا اعتبار ۾

نہ پئي آئي. بي‌انتها خوشي جي ڳالهہ هئي، هن اونداهي جاءِ ۾ گرفتاري کان ڪجهہ هفتا پوءِ، انهن جي ڊريس ۾ جن کي گارڊن ڏيڻ ۽ ڏکن هڻڻ کان سواءِ ڪجهہ اچي ئي ڪونہ- توهان کي هڪ انسان ماڻ تو وجي، هڪ دوست جيڪو توهان کي اهڙي خاطري کان، جنهن ۾ پنهنجي ڪوبہ نشان نہ رهي، بچائڻ لاءِ همٿ ٿو وڌائي. هو توهان کي پنهنجي پوين سان ڳالهائڻ ۽ هنن لاءِ بہ لفظ چوڻ جو موقعو ٿو ڏئي، جيڪي توهان کان پوءِ بہ زندهہ هوندا، ۽ هن وقت، اهڙي وقت جڏهن وراندي ۾ انساني خون جا پياسا، انهن جا نالا پڪاري رهيا آهن، جن کي گولين سان اڏايو ويندو. اهڙي وقت ۾، جن ۾ رئڻ يا رڙين ڪرڻ جي طاقت ڪانهي، تن کي بہ موت جو ڌڪاءُ ڪنبائي رهيو آهي- اهڙي وقت ۾ اهڙي خوشي جي ڳالهہ. نہ مڃڪن. اعتبار ئي نٿو اچي. ائين ٿي نٿو سگهي. شايد هي ڪو چار آهي. جيڪو ساٿي، اهڙين حالتن ۾ توهان ڏانهن پنهنجو همٿ تو وڌائي، تنهن ۾ ڪيڏي نہ طاقت ۽ ڪيڏي نہ همت آهي.

سهنو ڪن گذري ويو. مارشل‌لا لهي ويو. گارڊن ۽ رڙين جو وقت ۽ بي رحم ساعتون گذري ويون هيون. وري هڪ شام هئي، ۽ آئون اچا هاٿي پچائي تان موٽيو هوس. هيڪر وري سناڳيو واردن ڪوٺي پاهران بيٺل ڏٺم.

”ڏسجي ٿو تہ تون ٻچي وئين.“ ۽ اباڻيڪين نگاهن سان هن مون ڏي ڏٺو، ”سڀ خير ته ويو؟“.

مون هنجو سوال چڱي طرح سمجهيو. منهنجي دل تي هنجي جذبات جو گهرو اثر ٿيو. ساڳئي وقت، اِن ڳالهہ مونکي، هنجي ايمانداري ۽ نيڪ نيتي جو يقين ڏياريو. اهڙو سوال فقط اهو ماڻهو پڇي سگهيو ٿي، جنهن جي اندر هو ان کي جائز سمجهندو هجي ان وقت کان منهنجو هن ۾ اعتماد ٿي ويو. هو اسان جو ماڻهو هو.

ظاهري طرح هو هڪ پراسرار شخصيت لڳندو هو. وراندي ۾ خاموش قدم کڻندو هو پنهنجو پاڻ ۾ محو، پر ساڳئي وقت چوڪس ۽ خبردار معلوم ٿيندو هو. هن ڪڏهن بہ نڪي ڪنهن کي گاريون ڏنيون ۽ نہ ئي هو ڪڏهن ڪنهن کي ماريندي ڏٺو ويو.

هڪ دفعي هن منهنجي پرواري ڪوٺيءَ جي ساٿين کي چيو تہ ”ڪنهن مهل جڏهن سيميتونز ڏسندو هجي تہ، تون پل اسان کي ڪجهہ ڏڪ هڻ، تہ جيئن هو توکي گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو تہ ڪو عمل ڪندو ڏسي.“

هن پنهنجو ڪنڌ ڌوڻيو.

”ان جي ڪابہ ضرورت ڪانهي.“

هو ڪڏهن بہ چيڪ کان سواءِ ڪنهن بہ ٻولي ۾ نہ ڳالهائيندو هو. سندس هر ڳالهہ مان ظاهر هو تہ هو ٻين کان مختلف آهي پر اهو چوڻ مشڪل هو تہ هو ائين ڇو آهي. هو بہ ائين سمجهندا هئا پر ڪين فرق

جو احساس ڪونہ ڏيندو هو.

هو هر ضرورت وقت موجود آهي. مونجهاري ۽ پريشاني ۾ هو سڪون پيدا ٿو ڪري، جتي ڊپ کان ڪنڌ جهڪيل آهن اتي حوصلو ٿو ڏئي، جتي نااتفاقي ٻاهرين دنيا جي ماڻهن لاءِ خطري جو سبب بنجي سگهي ٿي، اتي هو اتفاق پيدا ٿو ڪري. هو نهايت ترتيب سان ننڍڙين شين کان پاسو ڪندي، نهايت وڏي پيماني تي ڪم ڪري رهيو آهي.

رگو اڄ ڪلهہ نہ، پر شروعات کان ئي، انهي مقصد خاطر، هن نازين جي نوڪري اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو.

ائڊولف پولينسڪي موراويا جي هڪ جهوني خاندان جو فرد، پر هن پاڻ کي جرمن سڏائي، نازين جي نوڪري ورتي آهي، تہ جيئن چيڪ قيدين تي پهريداري ڪري. اول هراڊڪ ڪرالووي ۽ هاڻي پانڪريڪ ۾. سندس هن قدم، شايد ڪيس لاءِ سچائُنڊڙن ۾ تلخي پيدا ڪئي هجي. هڪڙي ڏينهن ڇهن سالن جي نوڪري کان پوءِ، جيل جو جرمن سپرنڊنٽ هن کي گهرائي، هن جي منهن ۾ هڪون آلاري ڪيس ڏڙڪا ٿو ڏئي.

”آئون تو مان اهي چيڪ جذبا ڪڍي ٻاهر ڪندس.“

پر شايد هو غلطي تي آهي رگو چيڪ جذبا نہ، پر انساني جذبا بہ ڪڏهن پوندا. جنهن جي اثر هيٺ هو هن

جاءِ تي آيو هو ۽ لڙي رهيو هو ۽ لڙائي ۾ مدد ڪري رهيو هو، جنهن ڪي لاڳيتن خطرن پاڻ وڏيڪ سخت ڪري ڇڏيو هو.

"اسانجا"

جيڪڏهن ۱۱ فيبروري ۱۹۴۳ جي صبح جو نيرن جي مهل خبر نہ آهي ڪنهڙي شين جي بدران صاف سٿري، ڪافي مالي هئي، تہ اسانکي ان معجزي تي ڪوبہ ڌيان نہ ڏيڻ کپندو هو. ڇو تہ اڄ صبح جو سون پنهنجي ڪوٺي جي در کان وراندي ۾، چيڪ پوليس وارن جي ڊريس ۾ ماڻهو ڏٺا هئا.

فقط هنن جي هڪ جهاڪ ڏسڻ ۾ آئي هئي. ڪاري پتلون، لانگ بوٽ ۽ نيري رنگ جي قميص ۽ هٿ دروازي جي تالي تائين آيو، دروازو کليو ۽ نظارو ختم ٿي ويو. اها جهاڪ ايتري تہ مختصر هئي جو ۱۵ منٽ پوءِ، اسين سمورا، ان تي اعتبار ئي نہ ڪري پيا سگهون.

پانڪريڪ ۾ چيڪ پوليس وارا ڪيڏا نہ مطلب ۽ نتيجا، ان هڪ نتيجي مان ڪڍي سگهن ٿا.

ٻن ڪلاڪن جي عرصي ۾ اسين ڪافي نتيجن تي پهچي چڪا هئاسين. هيڪر وري ڪوٺي جو دروازو کليو، چيڪ پوليس ٽوپي ۾ ڪنهن ڪشادي مرڪ سان، اسان جي حيراني ڏانهن نهاريو ۽ اعلان ڪيائين "فريستوندي". هاڻي اسانکي ڪا غلط فهمي نہ هئي چيڪ پوليس وارا نازي طوفاني فوج جافو جي جيل پهريدارن

جي لباس ۾ گشت ڪري رهيا هئا.

هن تبديلي جي اسان لاءِ ڪهڙي اهميت آهي؟ هي ڪهڙي نموني جا هوندا؟ ڪيئن به هجن پر فقط هنن جي موجودگي واري حقيقت ڪجهه صاف قسم جو اظهاري پئي ڪري. اهو سڀ ڏيکاري ٿو ته هي نظام ڪيئن پنهنجي تباهي ڏانهن تيزي سان لڙهي رهيو آهي. خود اهڙي هنڌ تي جو هنڌ، نهايت نازڪ سمجهن ٿا، اتي به هو ان فوج جا ماڻهو رکڻ تي مجبور آهن، جنهن قوم کي پنهنجي ظلم جو شڪار بنائي رهيا آهن! هنن وٽ انساني قوت جي ڪيڏي نه گهٽتائي ٿي ويئي آهي. پنهنجي بچاءَ کي ٿورو ٿارڻ جي لاءِ آخري ماڻهو به استعمال ڪرڻ ٿا چاهين. هن ڪانپوءِ اڃا گهڻو وقت تائين، زنده رهڻ جي اميد آهي؟

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي، ته هي چيڪ پوليس وارا نازين جا چونڊيل هوندا. شايد هو جرمن پهريدارن کان به بدتر ثابت ٿين. هنن کي پنهنجي قوم جي سوپ ۾ ڪا به آس ڪانهي. پر هنن جي هتي موجودگي ڪنهن حقيقت جا آثار آهن.

ان وقت اسانجا خيال ڊوڙندا رهيا.

پر دراصل جيڪي اسان سوچي سگهياسين ٿي، ان کان به ڪجهه وڌيڪ هو. نازي هينئر ماڻهن کي چونڊڻ لائق به نه رهيا هئا.

۱۱ فيبروري تي پهريون دفعو اسان چيڪ ڊريسون

ڏنيون هيون.

بئي ڏينهن اسين هنن کي ماڻهن طور سڃاڻڻ لڳاسين. هو آيو، ڪنهن تي هڪ نظر وڌائين، ڪنهن گهڙراهٽ ۾ دروازي وٽ پنهنجا پير چنهڙيائين ۽ پوءِ هڪ اهڙي نوجوان وانگر جنهن کي ڪا اوچتي جذباتي قوت نئيا ڏياري، ان وانگر اوچي همت سان هن چيو:

"ڏيو خبر دوستو: زندگي ڪيئن آهي؟"

اسان جواب ۾ مرڪياسين، تہ هو بہ اسان ڏي ڏسي مرڪيو ۽ پوءِ جڻ ڪنهن شرم جي احساس هيٺ چوڻ لڳو:

"اسان بابت ڪو، خراب خيال نہ ڪجو. يقين رکو تہ اسين توهان تي پهري ڏيڻ کان هوند، گهڻين ۾ ڏڪا کائڻ وڌيڪ پسند ڪريون. پر هنن اسانکي زوري دستي پهچايو آهي: ۽ شايد........ شايد هن مان چڱو نتيجو نڪري."

اسان جڏهن ڪيس ٻڌايو تہ ڪين ڏسي اسان جي دل ۾ ڪهڙا خيال پيدا ٿيا هئا، تڏهن ڪيس ڏاڍي خوشي ٿي. ان طرح، پهرين ملاقات ۾ اسين دوست ٿي ويٺسين. هن جو نالو ويتڪ هو. هڪ سادو سودو نيڪ دل. هي اهو ماڻهو، هو جنهن فيبروري جي صبح جو اسان جي ڪوٺيءَ جو در کوليو هو.

۽ ٻيو هو توما، هڪ جهوني چيڪ جيلر جو هوبهو نمونو- رکو واڪا ڪنڌ، پر بنيادي طرح سٺو- اهڙي

قسم جي ماڻهن سان، جن کي اسان جنگ کان اڳ واري حڪومت جي جيل ۾ جهونو ڪري سڏيندا هئاسين. پنهنجي مرتبي جي باري ۾ ڪيس ڪنهن به نراليءَ ڳالهه جو احساس نه هو. انهي جي باوجود هن کي پنهنجي، ان عهدي ۾ ڪا اجنبيت ڪانه لڳندي هئي. هو پنهنجي ’رڪين حرڪتن سان‘ اڏوڙو ئي انتظام رکندو هو، جهڙيون پاڻ خود هن جون پيچڪڙيون ڪندو هو، ڪنهن مهل جيل جي ڪوٺي ۾ ماني جو ٽڪر لڪائي کڻي ايندو هو، ڪنهن مهل ڪنهن کي سگريٽ پيو ڏيندو هو، ته ڪنهن مهل ڪنهن موضوع تي (سواءِ سياست جي) بحث مباحثي ۾ رڌل نظر ايندو هو. هو اهي سڀ ڳالهيون بالڪل معمولي نموني ۾ ڪندو رهندو هو. گويا ائين ڪرڻ جيل جي پهريدار لاءِ هڪ دستوري ڳالهه هئي. جڏهن ڪيس پنهنجي ڪن ڪوتاهين جي لاءِ، مٿين عملدارن چڙهون ڏنيون، تڏهن هو ڪجهه وڌيڪ احتياط ڪرڻ لڳو، پر منجهس ڪو به خاص ڦيرو ڪونه آيو. هو اهو ساڳيو ئي پراڻو ياروَيس ماڻهو رهيو. هن کان ڪنهن وڏي گهر ڪرڻ جي اميد ڪانه هئي، پر تنهن هوندي به جڏهن سندس، ڊيوٽي ايندي هئي، تڏهن بي فڪريءَ سان ساهه کڻندا هئاسين.

ٽيون گهنجيل منهن سان، هوشياريءَ سان، هيڏانهن هوڏانهن نظر ڦيرائڻ کان سواءِ، ڪوئين جي پاهران گهمندو رهندو هو. اسان پنهنجي طرفان، هن سان تعلق

پيدا ڪرڻ لاءِ جيڪي ڪوششون ڪيون، تن مان ڪو ڪڙو تيل ڪونہ نڪتو.

هفتي جي نظرداريءَ کان پوءِ، هڪ ڏينهن بابا چوڻ لڳو، ”آن جي معاملي ۾ اسان کي ڪابہ ڪاميابي نہ ٿي. هي سيني ۾ ناڪام شخص آهي.“

”شايد سيني ۾ وڏيڪ هوشيار،“ مون وراڻيو. شايد محض مخالفت ڪرڻ جي خيال کان، ڇو تہ معمولي ڳالهين تي بہ خيال ظاهر ڪرڻ جيل جي زندگيءَ جو حصو ٿي چڪو آهي.

١٥ ڏينهن کان پوءِ مون کي ائين لڳو تہ ڄڻ هن شخص ڪجهہ خوش مزاجيءَ واري انداز ۾ مون کي اک هنئي آهي. مون بہ ساڳئي قسم جي معمولي حرڪت ۾ ڪيس جواب ڏنو. جيل ۾ هن ڳالهہ جون، هزار معنائون ٿي سگهن ٿيون، پر هن ۾ مون کي ڪوبہ تاثر نظر نہ آيو. شايد مون غلطي ڪئي هئي.

مهيني کان پوءِ سڀ ڪجهہ ظاهر ٿي پيو. اهو واقعو اوچتو ٿيو جيئن پوپٽ خول مان نڪري اڏامڻ لڳي ٿو. اوچتو خول ڦاٽي ٿو ۽ ان مان هڪ زنده شئي نڪري نروار ٿئي ٿي. پر هن خول مان نڪتل شئي پوپٽ نہ پر هڪ انسان هو.

اهڙين ئي شخصيتن جي باري ۾ بابا اڪثر چوندو هو تہ ”تون نندڙا يادگار ئاهي رهيو آهين.“

هائو، آءٌ چاهيان ٿو تہ انهن ساٿين کي ڪڏهن بہ

وساريو ۽ وجي، جيڪي وفاداريءَ ۽ دليريءَ سان ٻاهر ۽ هتي وڙهيا ۽ پاڻ قربان ڪري ڇڏيائون، پر ساڳئي وقت آئون اهو به چاهيان ٿو ته انهن زنده شخصن کي به نه وساريو وڃي، جن نهايت ذڪين ورتن تي وفاداري ۽ دليري سان اسان جي مدد ڪئي. آءٌ چاهيان ٿو ته پولينسڪي ۽ هن جهڙا پوليس واري ڪي پانڪريڪ جيل جي ورانڊن واريءَ اونداهيءَ مان ڪڍي زندگيءَ جي روشنيءَ ۾ آڻيان. هنن جي واکاڻ لاءِ نه پر ٻين اڳيان مثال پيش ڪرڻ لاءِ، ڇو ته انساني ذميداريون هن جدوجهد سان ختم نٿيون ٿين. جيستائين سڀ ماڻهو صحيح انسان بڻجي سگهن ان وقت تائين انسان بڻجڻ جي لاءِ سيني ۾ هڪ سورمي جي دل رکڻ ضروري آهي.

بنيادي طرح هي پوليس جي هڪ سپاهي ياروسلاوهورا جي مختصر ڪهاڻي آهي پر ان ۾ توهان کي هڪ انسان جي مڪمل تاريخ لڀندي.

**رادنيڪا:** دنيا جي هڪ پراهين ڪنڊ، خوبصورت ٻهراڙي، رومانوي ۽ غريب. پٽس شيشي جو ڪاريگر. سخت زندگي. ڪم جي وقت سوتمار پورهيا ۽ بيڪاريءَ ۾ بکون ۽ ڏچها، جيڪي هتي هميشه موجود رهن ٿا. اهي حالتون يا ته ماڻهوءَ کي گوڏن ڀر ڪيرائي ٿيون ڇڏين، يا سندس دل ۾ بهتر دنيا جا خواب جاڳائي، انهن ۾ ويساه پيدا ڪري ۽ اوچي ڳاٽ لاءِ جدوجهد

ڪرڻ جو عزم پيدا ٿيون ڪن. سندس پيءُ پوئين رستو پاڻ لاءِ پسند ڪيو هو، هو ڪميونسٽ ٿي ويو.

جواني ۾ راڊيڪل، هڪ دفعو يوم مئي جي جلوس ۾، سائيڪل سوارن ۾ شامل هو. سندس سائيڪل جي ڦيٿن جي تارن ۾ ڳاڙهي پٽي لپيٽيل هئي. هن ڪي اها ڳالهه وسري نه وئي. سندس ذهن جي خبر نه آهي ته ڪهڙي حصي ۾ اهو واقعو موجود هو، جڏهن هو سيڪڙات طور هڪ ڪارخاني ۾ شامل ٿيو ۽ پوءِ جڏهن ڪيس موٽرن جي سڪرپ ڪارخاني ۾ نوڪري ملي.

اقتصادي بدحالي، بيروزگاري، جنگ، نئين روزگار جو فڪر ۽ پوليس جي نوڪري. مون کي سڌ نه آهي ته، سائيڪل جي ڦيٿن ۾ ڳاڙهي پٽي لپيٽڻ وارو واقعو، انهن دورن ۾ ڪيس ڪيتري قدر ياد رهيو. شايد ڪنهن وقت ذهن تان هٽي ويس، يا اڌوگابرو ياد رهيس پر اهو سندس ذهن مان صفا نڪتو نه هو. هڪ ڏينهن سندس ڊيوٽي پانڪريڪ جيل ۾ لڳي. هو پنهنجي مرضي سان پوليسڪي وانگيان ڪنهن رٿيل مقصد هيٺ نوڪري ۾ نه آيو هو پر جيل جي ڪوٺين تي ڦهريون نظرون پوندي ئي ڪيس پنهنجي فرض جو احساس جاڳيو. ڳاڙهي رين، سائيڪل جي ڦيٿن ۾ ويڙهيل، ڪيس ياد آئي.

هو ميدان جو معائنو تو ڪري. پنهنجي قوت جو جائزو ٿو وٺي. ڪٿان شروع ڪجي ۽ شروع ڪرڻ جو سٺو طريقو ڪهڙو ٿيندو. انهيءَ سوچ ۾ غرق ٿي

وچڻ ڪري سندس چهري مان فڪر جا اهڃاڻ ظاهر ٿي وڃن ٿا. هو ڪو پيشه ور سياسي ماڻهو ڪونهي پر پنهنجي قوم جو هڪ عام سپوت آهي. پٽس جا ڪي تجربا سندس اڳيان آهن. پختو بنياد اٿس، جنهن تي پنهنجي محڪم ارادي کي گڏ ڪري سگهي ٿو. هو فيصلو ڏو ڪري ۽ لڙائيل خول مان هڪ انسان نڪري نروار ٿو ٿئي.

هي هڪ صاف اندر واري غير معمولي پاڪيزه شخصيت آهي حساس، شرميلو مگر ساڳئي وقت هڪ دليرانسان، کهڙو به جوکم ڇونه هجي، هو هر ضروري ذميداري پاڻ تي کڻڻ لاءِ تيار آهي. ننڍيون توڙي وڏيون ڳالهيون ضروري آهن ۽ هو ننڍيون توڙي وڏيون ذميداريون کڻڻ لاءِ تيار آهي هو اهي سڀ ڪم ڪنهن به ڏيک ويک کان سواءِ خاموشي، خبرداري ۽ دليري سان ڪري ٿو. هر ڪم کي پنهنجو معمول سمجهي پورو ڪري ٿو. هن جي اندر ۾ هڪ قطعي فيصلي ڪن ضمير آهي. انهن ئي ڳالهين جي ضرورت آهي— ان جي باري ۾ تفصيل بيان ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت.

دراصل اهوئي مون کي بيان ڪرڻو هو. اها ان شخصيت جي مڪمل ڪهاڻي آهي جنهن ڪن انساني حياتين کي بچائڻ ۾ حصو ورتو. اهي انسان اڄ زنده آهن ۽ پاهر ڪم ڪري رهيا آهن اهو ان ڪري ممڪن ٿي سگهيو جو پاڻ ڪريڪ ۾ هڪڙي شخص

هڪ انسان طور پنهنجيون ذميداريون پوريون ڪيون.
هو هن شخص کي ڪونه سڃاڻن، نڪي وري هيءُ
ئي انهن کي سڃاڻي. ساڳي طرح ٻاهريان ماڻهو پولينسڪي
کي سڃاڻن. آئون چاهيان ٿو ته هن کي گهٽ ۾ گهٽ
سندن ماڻي قريب ۾ سڃاتو وڃي. هنن ٻن شخصن ڏاڍو
جلد پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي ورتو. ان ڪري سندن اهميت
گهٽجي وڃي وئي.

انهن ماڻهن کي مثال طور ۽ اهڙن انسانن جي
مثال طور ياد رکڻ گهرجي جن جو دماغ ۽ سڀ ڪان
وڌيڪ جن جي دل پنهنجي صحيح جاءِ تي هئي.

**"اسڪورپيا دادا"**

اوهان کي جيڪڏهن انهن ٻن ماڻهن کي گڏ ڏسڻ
جو موقعو ملي ته انساني ٻاڻپي جي زنده تصوير توهان
جي اڳيان اچي ويندي: پوري، نازي طوفاني فوج جي پهريدار
جي ڊريسن ۾ پولينسڪي، ڳوڙهي رنگ جي چيڪ
پوليس جي ڊريس ۾ هورا، ۽ هلڪي بي مزه ڊريس ۾
جيل جو اردلي دادا اسڪورپيا. ٽئي شخص گڏ ورلي
ٻالڪل ورلي نظر ايندا آهن. ان جو اهم سبب هي
آهي جو ٽئي ساڳئي حالتي جا آهن.

جيل جي قائدن هيٺ "فقط اهي قيدي جي انتهائي
پروسي وارا ضابطي جا پابند ۽ ٻين کان پري رهندڙ
هجن" انهن کي جيل جي ورانڊن ۾ ڪم ڪرڻ،
صفائي رکڻ ۽ ماني ونڊڻ جو ڪم ڏيڻ کپي، اهو

جيل جو هڪ سخت ۽ اٽل قانون آهي. ان قسم جا مقدم ڏين ئي ڪونه ۽ نه ڪڏهن گيستاپو جو جيل خانن ۾ ڏيا آهن. ان جي برعڪس هتي مقدم جا ڪم ڪرڻ جي لاءِ ڪوئين سان قيدين طرفان چونڊي اڳيان ڪيا ويندا آهن ته جيئن قيدين جي برادري آزاد دنيا کي ڪي قدر ويجهو اچي سگهي ۽ جيئن ٻاهرين دنيا سان پيغام رسائي جو سلسلو قائم ڪري سگهجي. ڪيترائي مقدم ڪن پهچايل هدايتن جي راز کلي پوڻ يا وڏن لڪل ڪنهن پيغام جي ظاهر ٿي پوڻ تي پنهنجي حياتين ذان هٿ ڌوئي چڪا آهن. ان جي باوجود قيدين جي برادري جو اهو قانون ته: جيڪو انهن جون جايون پري انهن کي به اهوئي، -- ڪائنتو ڪم جاري رکٹو پوندو. به اٽل آهي. ڪير حوصلي ۽ همت سان اهي ذميواريون کڻي ـــ پر اهو اب ڪان بچي نڪو سگهي. ڪائنرتا ۽ ڊپ ۾ ماڻهو گهڻو ڪجهه بگاڙي يا وڃائي سگهي ٿو. جيئن هميشه زير زمين سرگرمين ۾ ٿيندو آهي.

۽ هي آهي تڪميل جي عروج تي پهچايل زير زمين ڪم: سڌو سنئون انهن جي دشمن ۾ جيڪي انهن کي تباه ڪرڻ گهرن ٿا، مقدمن جي اڪين اڳيان، انهي ۽ جاءِ تي جنهن کي هو مقرر ڪن ٿا، انهن حالتن ۾ جن کي هو پيدا ڪن ٿا. اهو سڀڪجهه جيڪو توهان ٻاهر سکيو آهي سو هتي گهٽ آهي ۽ انهن جي باوجود آهو توهان کان ڪي گهٽ تقاضائون ٿو ڪري.

ٻاهر زٻر زمين ڪم جا ماهر آدن، ۽ هن ڪم جا ماهر اردلين ۾ آهن. دادا اسڪوريپا انهيءَ جو ماهر آهي؛ لڄارو، بردبار، سنجيده، ۽ ڦڙت. مقدم هن جي تعريف ڪن ٿا: ڏسو ھي ڪيڏو نه محنتي آهي، ڪيڏو نه ڀروسي وارو آهي، ڪيئن نه هو رڳو پنهنجي ڊيوٽي تي ڌيان ڏئي ٿو ۽ ڪو اهڙو ڪم ڪرڻ، جنهن جي اجازت نه آهي، جي لالچ ۾ نٿو اچي؛ اردلي، هن کي هڪ مثال ڪري سمجهن ٿا!

ها، اردلي، هن کي هڪ مثال ڪري سمجهن ٿا. هو واقعي هڪ مثالي اردلي آهي، انهي معنيٰ ۾، جنهن ۾ هڪ قيدي سمجهي ٿو. سڀ جيل ۾ مضبوط ترين ۽ حساس نظر رکندڙ.

هو سڀني ڪوٺڙين جي قيدين کي سڃاڻي ٿو. هر نئون ايندڙ پهرين گهڙي کان هتي ڇو آهي، هن جا واسطي وارا ڪير آهن، هو انهن سڀني ڳالهين جو مطالعو ٿو ڪري ۽ انهن جي تهه تائين پهچڻ جي جي ڪوشش ڪري ٿو. اها ڄاڻ رکڻ هن لاءِ ضروري آهي ته جيئن هو صحيح صلاح ڏئي سگهي ۽ پيغام پهچائي سگهي. هو دشمن کي ڄاڻي ٿو. هو هر مقدم جي هوشياريءَ سان چڪاس ڪري ٿو، هنجون عادتون، هنجا مضبوط ۽ ڪمزور پهلو، ڪهڙين شين ۾ هن تي خاص طرح نظر رکڻي آهي، ڪهڙي نموني هن کي استعمال ڪري سگهجي ٿو، هن کي ڪيئن ننڍ ڏيارجي،

ڪيئن هن جي عقل ۽ هوش تي غالب پئجي، اهي
خصوصي اهڃاڻ، جن جو مون ذڪر ڪيو آهي، تن
مان گهڻا اصل ۾ دادا اسڪوريپا جا ڏاهيل آهن. هو
هنن سڀني کي ڄاڻي ٿو، هو هرهڪ جو جدا ۽ بهتر
خاڪو ٺاهي سگهي ٿو. هي ان ڪري به اهم آهي،
ته جيئن هن کي ورانڊن ۾ چر پر جي آزادي هجي ۽
هو يقين سان اثرائتو ڪم ڪري سگهي.

هو هڪ ڪميونسٽ آهي ۽ پنهنجي فرض جي
پورائيءَ جو احساس رکي ٿو. هنکي خبر آهي ته ڪوبه
اهڙو هنڌ نه آهي، جتي هو ڪميونسٽ ڪرڻ ڇڏي
ڏئي، جتي هو هٿ تي هٿ رکي ويهي ۽ سرگرم
ٿيڻ ڇڏي ڏئي. آئون پاڻ چوندس ته هتي، جنهن هنڌ
تمام وڏو خطرو ۽ ظلم آهي، هن پنهنجو صحيح مقام
حاصل ڪيو آهي. هتي هو پڇي لال ٿي ويو آهي.

هن ۾ لچڪ آهي. هر ڏينهن هر گهڙي نيون
حالتون آيرن ٿيون، نون طريقن جي ضرورت پوي ٿي.
هو انهن کي هوشياري ۽ چالاڪي سان پروڙي ٿو. هن
هن وٽ، وقت صرف ڪي سيڪنڊ هوندو آهي. هو
ڪوٺڙي جي در تي ٺڪ ٺڪ ڪري، تيار ٿيل پيغام
پڏي ٿو ۽ ورانڊي جي ٻئي ڇيڙي تي، ٽئين گشتي
سپاهي جي پهرين طبقي تي اچڻ کان اڳ صاف ۽ مختصر
نموني اهو پيغام پهچائي ٿو. هو خبردار ۽ حاضر دماغ
آهي. سوين ڳجها پيغام سندن هٿن مان گذريا آهن—

هڪ به ظاهر نه ٿيو آهي، ۽ نه ئي انهن پيغامن ۾ ڪو شڪ جاڳيو آهي.

هن کي خبر آهي ته ڪٿي ۽ ڪنهن کي ڇهنڊڙي پئي آهي، ڪٿي همت افزائي جي ضرورت آهي، ڪٿي ٻاهرين صورتحال جي سچي پچي معلومات ڏيڻ ضروري آهي، ڪٿي هن جون ٻاجهه ڀريل نگاهون ڪنهن ماڻهو کي طاقت ڏئي سگهن ٿيون، جنهن ۾ نااميدي وڌي رهي هجي، ڪٿي هڪ وڏيڪ ماني گهرجي، يا هڪ ٻوڙ جو چمچو، "جيل جي بڪ" جي حالت ڏانهن وڌڻ کي روڪي سگهي ٿو. اهو هي چنگي طرح ڄاڻي ٿو، پنهنجي گهري تجربي ۽ حس جي ذريعي سمجهي ٿو، ۽ انهيءَ مطابق عمل ڪري ٿو.

هو هڪ ويڙهو آهي، مضبوط ۽ بي خوف، هڪ سچو انسان. هي آهي دادا اسڪورپيا.

آئون چاهيان ٿو ته توهين، جيڪي شايد ڪنهن ڏينهن هن کي پڙهندا، پر "هونسربيتر" جي سچي شاندار نسل کي ڏسو، جيڪو انهي قابل هو، ته انهي ڪم کي، جيڪو ظالم هن کان پنهنجي لاءِ ٿي ورتو، هن پوري طرح مظلومن جي فائدي ۾ ٿي استعمال ڪيو.

دادا اسڪورپيا بي نظير آهي، پر هن وانگيان ماڻهن جو هڪ وڏو تعداد آهي، جنهن جا گهڻا قسم مختلف وصفن واريون شخصيتون آهن، پر گهٽ عظيم آهي به نه آهن. آئون چاهيان ٿو ته انهن جون ڪيئي تصويرون ڏاهيان،

پر افسوس، مون کي فقط ڪي ڪلاڪ وجي بچيا آهن، هن لاءِ به گهٽ ته:

”گيت جيڪو ڪيترو نه گهٽ ڳايو وڃي ٿو، جيتوڻيڪ اسين ايترو گهڻو جيئون ٿا.“

گهٽ ۾ گهٽ تڏهن به، نالا، ڪجهه مثال، جيڪي انهيءَ ”سڀ ڪجهه“ کان گهڻو گهٽ آهن، جن کي هميشه ياد ڪرڻ جڳائي.

ڊاڪٽر ميلوس نيڊ ويڊ، هڪ بهترين ۽ رحمدل شخص جهنهنکي آسچويز ۾ پنهنجي قيدي ساٿين کي، روزمره مدد جي ڪري پنهنجي زندگي ڏيڻي پيئي.

ارنسٽ‌لارينز، جنهن جي زال کي انهي ڪري ختم ڪيو ويو، جو هن (ارنسٽ) پنهنجي ساٿين سان غداري ڪرڻ جـو انڪار ڪيو ۽ جنهن کي هڪ سال ڪانپوءِ پنهنجي زندگي به ڏيڻي پيئي، جيئن ته هو پنهنجي ڪمري جي، اڪثر بيشتر ساٿين جي هتي سڀني ميڙ کي بچائي سگهي.

انتهائي ذهين ۽ پڪر جيان سخت ويشيڪ: خاموش طبع پاڻ قربان ڪندڙ انڪ ويڪزوا، جنهن کي مارشل‌لا دوران ڦاسي ڏني ويئي، محنتي، اسپرنجر، ”لائبريرين“، هميشه نوان نـوان طريقا ايجاد ڪندڙ، سماجهو نوجوان ڊائيايڪ....

صرف مثال، رڳو مثال. شخصيتون وڏيون ۽ ننڍيون. پر هميشه شخصيتون. ننڍيون شخصيتون ڪڏهن به نه.

# باب اٺون

## تاريخ جو هڪ حصو

۱۹ جون ۱۹۴۳ع

منهنجي ڪوٺيءَ جي سامهون پٽو ٽنگيو پيو آهي. منهنجو پٽو- سفر جي نشاني! اڄ رات هو مون کي مقدمي هلائڻ جي سلسلي ۾ جرمني وٺي ويندا.

بکايل وقت، منهنجي زندگي جي لمحن جو آخري حصو، ختم ڪري رهيو آهي. پانڪريڪ ۾ ۴۱۱ ڏينهن تيزي سان غير محسوس نموني گذري چڪا آهن. اڃا ڪيترا ڏينهن بچيل اٿم؟ ۽ ڪٿي؟ ۽ ڪهڙي قسم جا ڏينهن؟ سا خبر نه آهي.

شايد مون کي هن نموني ڏينهن جي باري ۾ لکڻ جو وڌيڪ موقعو نه ملي. سو، هيءَ منهنجي آخري شاهدي آهي. تاريخ جو هڪ حصو جنهن جو ظاهر آهي ته آءٌ آخري زنده شاهد آهيان.

فيبروري ۱۹۴۱ ۾ چيڪوسلوويڪيا جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪاميٽي ان محفوظ رکيل ليڊرشپ سميت، جنهن کي هنگڙي ڏکئي وقت لاءِ پاسيرو رکيو ويو هو، گرفتار ٿي وئي. اڃا تائين پوري طرح ادو پتو

پنجي نہ سگھيو آهي تہ پارٽي کي ھھڙو موتمار ڌڪ
ڪيئن لڳو؟ شايد ڌڪ ڏينهن اچي، جڏهن گيسٽاپو جا
آفيسر ڪانئن ڏيڻ واري آڌي ٻچا جي موقعي تي، هن
مسئلي تي ڪا روشني وجهن. معاملي جي تهہ تائين وڃڻ
لاءِ منهنجون سموريون ڪوششون ان وقت بہ بيڪار
ثابت ٿيون هيون، جڏهن آءٌ پاڻ هوئسريٽرا ۾ هوس.
ان ۾ شڪ ڪونهي تہ اهو حادثو ڪنهن غداري جي
نتيجي طور ٿيو، پر ان ۾ ڪجھ حد تائين بي احتياطي بہ،
سبب بڻي هئي. ٻن سالن تائين ڪاميابي سان زير زمين
ڪم ڪرڻ جي نتيجي طور اڪثر ساٿي ضرورت کان
وڌيڪ خوداعتمادي سبب، چوڪسي ۽ خبرداري جي
معاملي ۾ ڍلا ٿي ويا هئا. زير زمين تحريڪ وسيع ٿي
وئي هئي. روزبروز نوان ساٿي ان ۾ شريڪ ٿي رهيا
هئا، جن ۾ ڪي اھڙا بہ هئا، جن کي ڪنهن ٻئي
مقصد خاطر پاسيرو رکڻ گھربو هو. لٽريچر جي ڇپائيءَ
جا ٻيا ڪم گھٽو وڌي ويا هئا ۽ اهڙي حالت ۾
هئا جو انهن تي ضابطو رکڻ ڏکيو ٿي پيو هو. پارٽيءَ
جي هيڊ ڪوارٽر تي حملي لاءِ گھٽي وقت کان تياري
ڪئي وئي هئي ۽ حملو ان وقت ڪيو ويو، جڏهن
سوويت يونين تي حملي جي تياري مڪمل ٿي چڪي
هئي. اول تہ مون کي گرفتارين جي انداز جو پتو ئي
ڪونہ هو. مون دستوري لاڳاپن قائم ٿيڻ جو بيڪار
انتظار ڪيو. مهيني کان پوءِ اها ڳالھ بالڪل ظاهر

تي وڌي ته، تمام وڏو حادثو ٿيو آ-ي ۽ مون کي لاڳاپن قائم ڪرڻ جو انتظار نه ڪرڻ کپي. بهرحال پوءِ به مون لاڳاپن قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پين به ائين ڪيو.

پهريون شخص جنهن کي آئون ڳولي سگهيس سو هو هنزا وسڪوسل، بوهيميا جي مرڪزي پارٽي جو اڳواڻ. هو سرگرم ماڻهو هو ۽ روزي پراوو لاءِ ڪجهه مواد تيار ڪيو هئائين ته جيئن پارٽي جي مرڪزي اخبار جاري رهي. مون ايڊيٽوريل لکيو پر پوءِ اسان اتفاق راءِ سان فيصلو ڪيو ته اهو سڀ مواد يوم مئي جي خاص نمبر طور شايع ڪجي. ڇو ته رودي پراوو غيرمعمولي ايڊيشن طور اڳئي شايع ٿي چڪو هو، ۽ هاڻ گوريلا ڪارروائين جو دور شروع ٿي ويو هو. پارٽي کي جيتوڻيڪ زبردست ڌڪ لڳو هو، پر اها ختم ٿي نٿي سگهي. سوين نوان ساٿي، انهن ذميدارين کڻڻ لاءِ ميدان ۾ آيا، جيڪي پيا ڇڏي ويا هئا. مري ويلن جي جاءِ پرڻ لاءِ نوان محڪم ارادي وارا، مرد ۽ عورتون، نڪري نروار ٿيا، جن پارٽي جي بنياد لڏڻ يا ان جي خاموش ٿي رهڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ان جي باوجود اها حقيقت هئي ته پارٽيءَ جو مرڪز نه هو ۽ مرڪز کان سواءِ هاندڙ گوريلا سرگرمين ۾ اهو خطرو هو ته ان فيصلو ڪن موقعي تي، جڏهن سوويت يونين تي حملو ٿئي ته گڏيل عمل جو اتحاد

قائم ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو.

روڊي پراوو ۾، جيڪو اڃا تائين مخفي نموني ۾ ڇپجي رهيو هو، تنهن مان اندازو لڳايو ويو ته، هي ڪم ڪنهن سياسي تجربيڪار جي هٿ ۾ آهي. اسان جي يوم مئي وارو مخصوص پرچو، جيڪو سٺي نموني ۾ شايع ٿي سگهيو ٿي، سو اهڙو شايع نه ٿي سگهيو. ڪيترن محسوس ڪيو ٿي ته ان منجهه ڪا اهڙي شخصيت سوالن جا جواب پيش ڪري رهي آهي، جنهن تي ڀروسو ڪري سگهجي ٿو. اسين سڀ هڪ ٻئي جي پٺي لڳائڻ ۾ مشغول ٿي وياسين.

اها ڪوشش هڪ گهاٽي ٻيلي ۾ ڪنهن ساٿيءَ کي ڳولڻ جي برابر هئي. اسان کي ڪنهن مهل، ڄڻ ڪو آواز ٻڌڻ ۾ آيو ٿي ۽ اسان ان ڏس ۾ وڌياسين ٿي، ته وري اوچتو ائين محسوس ٿيندو هو ته: ڄڻ آواز بالڪل ان جي پٺئين پاسي کان اچي رهيو آهي. ڳرن نقصانن سهڻ کان پوءِ سڄي پارٽي نهايت محتاط ۽ بي حد خبردار ٿي وئي هئي. مرڪزي اداري جي ٻن ماڻهن کي جيڪڏهن ماڻ جي ضرورت محسوس ٿيندي هئي ته هنن کي بي انداز رڪاوٽن ۽ کوج لڳائڻ جي ترڪيبن جي بي انداز راهن مان لنگهڻو پوندو هو، جي ڌرهڪ، هڪ ٻئي جي خلاف قائم ڪيون هيون- جهڙيون ٻيا تعلق رکڻ وارا ٻڻ قائم ڪرڻ تي مجبور هئا. اها ڳولا ان سبب جي ڪري اڃا به وڌيڪ ڏکي

ٿي پئي هئي جنهن مون کي اهو پتو ڪونہ هو تہ اهڙي حالتن ۾ ڪهڙا ساٿي اڃا ٻاهر ڪليل نموني رهن ٿا. ساڳيءَ طرح ٻئي کي بہ اهو پتو ڪونہ هو تہ هو ڪنهن جي ڳولا ڪري رهيو آهي.

آخر اسان هڪ همدرد شخص تائين پهتاسين، هي هو ڊاڪٽر سيلوس نيدويد، هڪ اعليٰ شخصيت، جيڪو اسان جو پهريون لاڳاپو قائم ڪندڙ شخص بڻيو. هن حالت ۾ بہ هڪ حد تائين ڪنهن اتفاق ٿي پوڻ جو امڪان، بهرحال موجود هو. ١٩٤١ جي جون مهيني جي وچ ڌاري آءٌ بيمار ٿي پيس. مون ليدا کي ڊانهس موڪليو تہ اچي منهنجي خبر وٺي. هو هڪدم ٻڪس جي جاءِ تي آيو ۽ اسان جي لاءِ سموريون ڳالهيون صاف ٿي ويون. هن کي اڳ ۾ ئي اها ذميداري ڏني وئي هئي تہ "ٻئي شخص" جو پتو لڳائڻ جي ڪوشش ڪري، پر ڪيس اهو خيال ئي ڪونہ هو تہ اهو ڪو آءٌ ئي هوس. ان جي برعڪس اڪثر ٻين ساٿين وانگر جيڪي زيرزمين نہ هئا، هن کي بہ يقين ٿي چڪو هو تہ آءٌ گرفتار ٿي ويو هوس ۽ شايد منهنجو خاتمو بہ ٿي ويو آهي.

٢٢ جون ١٩٤١ تي هٽلر سوويت يونين تي حملو ڪيو. ساڳئي ڏينهن شام جو هنزا وسڪوسل ۽ مون گڏجي هڪ ڪتابچو شايع ڪيو، جنهن ۾ اسان هن حملي جي اهميت جي سمجهاڻي ڏني هئي. ٣٠ جون تي

منهنجي هن شخص سان ڀرين ملاقات ٿي، جنهن کي آءٌ هيتري وقت کان ڳولي رهيو هوس. هو منهنجي طرفان مقرر ڪيل گهر ۾ پهچي ويو، ڇاڪاڻ ته هن کي اڳي اها خبر هئي ته ڪنهن سان ڪيس ملڻو آهي. مون کي اڃا ڪا خبر ڪانه هئي. اها اونهاري جي هڪ رات هئي ۽ جاءِ جي کليل درين مان ٻاهر ڦولاريل وڻن جي ٻور جي هٻڪار اچي رهي هئي. هي وقت گويا محبت وارن جي ملاقات لاءِ موزون ٿي لڳو. اسان دريون بند ڪري شيشن کي پردن سان ڍڪي ڇڏيو ۽ بجلي جو بٽڻ دٻائي ملاقات ڪئي. مون ۽ قرب مان ڀاڪر پاتوسون — هي هنزازيڪا هو.

ان جي معنيٰ ته فيبروري ١٩٤١ واري حملي ۾ سڄي مرڪزي ڪميٽي گرفتار نه ٿي هئي. زيڪا مرڪزي ڪاميٽيءَ جو هڪڙو ئي ميمبر هو جو بچي ويو هو. آءٌ گهڻي عرصي کان ان جو واقف هوس ۽ هو مون کي گهڻو پسند ڪندو هو، مگر منهنجي هن سان پوري جاڻ سڃاڻ فقط هاڻي ٿي، جڏهن اسان گڏ ڪم ڪرڻ لڳاسين. بدن ۾ پريل هميشه مشڪندڙ ۽ هڪ بزرگ نما شخصيت، مگر ساڳئي وقت جفاڪش، اصولي ڳالهين تي نه جهڪندڙ ۽ پارٽيءَ جي ڪم ۾ سخت محڪم مزاج هوندو هو. جيتري قدر هن پنهنجي فرض ادائگين کان وڌيڪ پنهنجي ڪا جاڻ رکڻ ٿي چاهي. پارٽي جي ڪم خاطر هو پنهنجي ذاتي زندگي جي هر شئي

کي فراموش ڪري چڪو هو. هن جي ڪلي طرح عوام
سان محبت هئي ۽ اسان جو عوام به ڪيس سان محبت ڪندو
هو، پر ڪڏهن به هن عوام جي خوشنودي حاصل
ڪرڻ خاطر، سندن غلطين کي نظرانداز ڪرڻ جي
ڪوشش نه ڪئي.

چند منٽن اندر اسين هڪ ٻئي کي سمجهڻ لڳي
وياسون ۽ ڪجهه ڏينهن بعد منهنجي پارٽي ليڊرشپ
جي هڪ نئين ميمبر هونزا سيرني سان به واقفيت ٿي،
جيڪو گذريل مئي کان زيڪا سان لاڳاپي ۾ هو.
ڦداور، خوش شڪل جوان، ۽ ماڻهن سان لاڳاپي ۾، ۽
نهايت فراخدل هو. هو اسپين واري خانه جنگي ۾ ڀهرو
وٺي چڪو هو ۽ اتان تازي جرمني جي رستي جنگ
جي زماني ۾ لڪي هتي پهتو هو. ان وقت هڪ گولي
ڪيس سيني ۾ به لڳي هئي. هو هميشه هڪ فوجي
سپاهي معلوم ٿيندو هو. ڪيس زير زمين ڪم جو وسيع
تجربو هو. نهايت هوشيار ۽ چست هو.

مهينن جي مشڪلاتن سان ڀريل، سانده جدوجهد
اسان کي هڪ شاندار رفاقت ۾ ڳنڍي ڇڏيو هو. اسين
ٽيئي پنهنجي پنهنجي ڪردار ۾ صلاحيتن جي ڪري
ڄڻ ڪ هڪ ٻئي جي ڪارڪردگي ۾ اضافو ثابت ٿي
رهيا هئاسون. زيڪا هڪ بهترين آرگنائزر، حقيقت پسند
۽ ننڍين ننڍين تفصيلي معاملن ۾ اصولن کان ڪم وٺندڙ
۽ ڪڏهن به جلد نتيجي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش

۾ پوڻ کان پري. هر خبر جي گهراين ۾ پهچڻ جي
ڪوشش ڪندو هو. جيسين هر ڳالهه جي تهه کي
نه پهچي وڃي، تيسين سيني پهلوئن کان جائزو وٺڻ
هن جي عادت هئي. فيصلن کي عملي جامي پهرائڻ جي
سلسلي ۾ نهايت شفقت ۽ سختي سان نظر رکندو هو، ۽
سيرني، دشمن خلاف هاڃيڪار سرگرمين ۽ هٿاربند مقابلي
جي تيارين ۾ ذميدار هو. هو هميشه فوجي طرز، تي
سوچيندو هو. نيون ڪوجنائون ڪرڻ ۽ دليرانه منصوبا
تيار ڪرڻ وغيره. هو بهادر، ڪڏهن نه ٿڪجندڙ،
سدائين خوش مزاج، هميشه نون طريقن ۽ نون ماڻهن
همٿ ڪرڻ جي ڌُن ۾ لڳل رهندو هو. آءِ پروپيگنڊا،
تعليم، مضمون لکڻ، پنهنجي اندروني جذبن ۽ ڪي قدر
تصورات تي هلندڙ ۽ پنهنجي تنقيدي عادت سبب هميشه
هموار روش اختيار ڪندو هوس.

ذميدارين جي تقسيم دراصل ڪم جي تقسيم کان
وڌيڪ فرض نڀائڻ جي تقسيم هئي اسان مان هرهڪ
کي هر ڳالهه ۾، جڏهن به ڪنهن ڳالهه جي ڇنڊ ڇاڻ
جي ضرورت پوندي هئي، ته پنهنجي روءِ سوءِ معاملن
کي طيءِ ڪرڻو پوندو هو. اهو ڪو سولو ڪم نه
هو. پارٽيءَ کي فيبروري ۾ جيڪو ڌڪ لڳو، ان جو
زخم اڃا پوري طرح ٺيڪ نه ٿيو هو. سمورا لاڳاپا
ختم ٿي چڪا هئا. ڪن هنڌن تي سمورا محاذ ٽٽي
ويا هئا ۽ ڪن محاذن تي چڱيءَ طرح ڪم هليو پئي.

پر انهن تائين پهچڻ جو ڪو به رستو ڪو نه هو. ڪيترين تنظيمن، ڪن ڪارخانن ۽ ڪن هنڌن تي سڄن علائقن ۾ هلندڙ ڪم ٺپ ٿي ويو هو. مهينن تائين وري لاڳاپا قائم ٿي نه سگهيا. اسان جو سمورو مدار مرڪز جي اخبار تي هو ۽ اها اميد هئي ته هن اخبار جي مختلف ساٿين تائين پهچڻ بعد، ڪين پنهنجي جوابدارين بابت صحيح رهبري ملي سگهندي. اسان کي ڏکيائي سان گڏجڻ لاءِ ڪي به خاطريءَ جوڳيون جايون ڪونه هيون. پراڻيون جايون قابل استعمال نه رهيون هيون ۽ نيون جايون ڏينهون ڏينهن وڌيڪ خطرو محسوس ڪرائي رهيون هيون. پئسا اصل ڪونه هئا. زير زمين ڪم ڪندڙ ساٿين جي خوراڪ جو بندوبست بيحد مشڪل هو. ان زماني ۾ راشن جا ڪوپن فقط انهن ماڻهن کي ملندا هئا جن وٽ پوليس جو "شناخت نامو" هجي ۽ جيڪي قانوني طرح ڪنهن روزگار ۾ لڳل هجن. ڪيترين ئي ڳالهين بلڪل ابتدائي درجي کان شروع ڪرڻيون پيون. هي سڀ اهڙي وقت ۾ ڪرڻو ٿي پيو، جڏهن پارٽي رڳو پنهنجي تعمير ۽ تياري تائين پاڻ کي محدود رکي ٿي سگهي. هي اهو وقت هو جڏهن سوويت يونين تي حملو ٿي چڪو هو. ۽ پارٽيءَ کي جدوجهد ۾ سڄيءَ طرح ڀرو وٺڻو هو. قابض جرمن حڪمرانن خلاف گهرو محاذ کڙو ڪرڻو هو ۽ سندن خلاف ننڍي پيماني تي هڪ اهڙي جنگ جوٽڻي هئي،

جنهن ۾ نه رڳو پارٽيءَ جي، پر پنهنجي سڄيءَ قوم جي، قوت کي ميدان ۾ آڻڻو هو. تياري وارن سالن ١٩٣٩-١٩٤١ع واري زماني ۾، پارٽي نهايت مخفي ۽ زير زمين هئي — اها نه رڳو جرمن پوليس کان پر ڪجهه پنهنجي قوم کان به مخفي رکيل هئي. هيئنر ڀرن نقصانن برداشت ڪرڻ کان پوءِ، قبضو ڪندڙن خلاف نه رڳو پنهنجو زير زمين ڪم مستحڪم ڪرڻو هو، پر ان کي ڪاميابيءَ جي حد تائين نه وٺي وڃڻو هو. ساڳئي وقت ان سان جيتري قدر پنهنجي قوم جو واسطو آهي، تہ اهڙيءَ حالت ۾ ظاهر ظهور ميدان ۾ اچڻو هو. ان کي غير پارٽي وارن سان به تعلق پيدا ڪرڻو هو ۽ سڄيءَ قوم تائين پهچڻو هو. هر انهيءَ ماڻهوءَ سان ڳالهيون ڪرڻ ضروري هيون، جيڪو آزاديءَ لاءِ وڙهڻ واسطي تيار ٿئي. ۽ اهي ماڻهو جيڪي ڪي قدر ڊڪي رهيا هئا، تن کي به فيصلہ ڪن لڙائيءَ ۾ سرگرم بنائڻو هو.

سيپٽمبر ١٩٤١ع جي شروع واري زماني ۾، ٻيهريون دفعو، اسان ائين چئي سگهياسين ٿي تہ هڪ نئين، پر مضبوط ۽ منظم مرڪز قائم ڪري ورتو هوسون. جيتوڻيڪ اڃان اسان پنهنجي چڙوچڙ پارٽيءَ کي وري بحال ڪرڻ لاءِ ڪافي پوئتي هئاسون، پر ان جي باوجود هڪ اهڙو مرڪز قائم ٿي چڪو هو، جيڪو ڪجهه وڏين ذميدارن کي منهن ڏئي سگهيو ٿي. قومي

تحريڪ ۾ پارٽيءَ جو اثر بالڪل ظاهر هو. ڏينهون ڏينهن ڏاڍيڪار سرگرميون وڌيل هيون ۽ ڪارخانن ۾ هڙتالون زور وٺنديون ٿي ويون. سيپٽمبر جي آخر ۾ نازين هيڊرڪ کي، اسان جي ملڪ تي حڪمران ٿاڦيو.

مارشل لا جو پهريون دور وڌندڙ سرگرم مقابلي کي ختم ڪري نه سگهيو، پر ان دور ۾ ڪجهه ڪم ڏيرو به ٿي ويو ۽ پارٽي کي نوان زخم پڻ رسياه پراگ واري علائقي ۽ نوجوانن جي تنظيم تي ان جو وڏو اثر پيو. نوان آيل ساٿي، جيڪي پارٽيءَ لاءِ انتهائي ڪارآمد هئا، جهڙوڪ جان ڪريسي، استانڪل، ميلوس ڪراسني ۽ ٻيا گرفتار ٿي ويا هئا.

اهڙيءَ ڏک لڳڻ کان پوءِ چنيءَ طرح ڏسڻ ۾ اچي رهيو هو ته پارٽي ڪڏهن به ختم ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن ڪو مجاهد ڏک ڪائي ڪريو ٿي ته هڪ نه، پر به نئي نوان ساٿي، انجي جاءِ ولارڻ لاءِ، پهچي ٿي ويا. ٽئين سال ۾ اسان ڏٺو ته پارٽي تنظيم، چڱو واڌارو ڪري چڪي هئي. جيتوڻيڪ اڃا فيبروري ١٩٤١ع واري وسعت تي نه پهتي هئي. پر پوءِ به فيصلو ڪن مقابلن ۾ پنهنجي ذميدارين کي منهن ڏيڻ جهڙي ٿي چڪي هئي. اسان سڄي پاڻ تي ڪم ورهائي کنيو هو، پر سڀ کان وڌيڪ ڪم جو حصو هنزا زيڪا جي حوالي هو.

پريس جي وسيلي ايترو ڪم ڪيو ويو هو، جو

ان جي بيان ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. هن باري ۾ رفيقن جي مخفي ڪاغذن سانڍي رکڻ جي هنڌن ۽ زير زمين اڏن بابت گهڻو ڪري ڪافي مواد ملي ويندو هو.

اسان جون اخبارو وڏي تعداد ۾ تقسيم ٿينديون هيون ۽ نه رڳو پارٽيءَ ۾، پر پارٽيءَ کان ٻاهريان ماڻهو به پڙهندا هئا. اهي مختلف زير زمين ڪارناما سائيڪلو اسٽائيل مشينن ذريعي هڪ ٻئي کان بالڪل پري ۽ جدا جدا هنڌن تي ٿيندا هئا، ۽ وڏي تعداد ۾ اخبارون شايع ڪيو وينديون هيون. ڪي اخبارون پريسن ۾ به ڇپايون وينديون هيون. حالتن جي ضرورت مطابق اخبارون جلد تيار ڪري، تيزيءَ سان تقسيم ڪيون وينديون هيون. مثال طور ڪامريڊ اسٽالن ٢٣ فيبروري ١٩٤٢ع تي فوج ڏانهن جيڪو پيغام جاري ڪيو هو، سو ٢٤ فيبروري تي شام جو اسان جي پڙهندڙن کي پهچي چڪو هو.

فوچڪ ١٩٢٩ع ۾ ”روڊي پراوو“ اخبار جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ مقرر ڪيو ويو. انهيءَ سال ۾ وري ١٩٣٢ع ۾، اتر بوهيميا جي کاڻين ۾ مزدورن جي هڙتال جون خبرون موڪليندو رهيو. انهن هڙتالن واري عرصي ۾ هڪ زير زمين اخبار ”دي اسٽرائيڪ“ نالي سان شروع ڪئي هئائين. هن جي لکڻين تي بندش وڌي ويئي هئي، انهيءَ ڪري هن فرضي نالي سان لکڻ شروع ڪيو هو.

هتي هيءَ ڳالهہ سمجهائڻ ضروري آهي تہ جنگ کان اڳ چيڪوسلاويڪيا ۾، سياسي مضمونن ۽ خبرن تي، پريس سينسرشپ تمام سخت هئي. ڪميونسٽ اخبار ”رودي پراوو“ اڪثر ڪري سينسر جو نشانو ٿيندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ ان اخبار جا ڪيترا ڪالم ڪاري بادر سان پڻ ڇپيا هئا. ڪيترن موقعن تي اختياريءَ وارا اخبار جون ڪاپيون پريس مان نڪرڻ شرط ضبط ڪري ڇڏيندا هئا.

١٩٣٠ع ۾ فوچڪ، پهريون دفعو سوويت يونين جي دوري تي ويو. جيئن تہ چيڪوسلاويڪيا، سويت يونين کي تسليم ڪرڻ کان لاڳيتو انڪار پئي ڪيو، تنهن ڪري فوچڪ ۽ سندس چار ساٿي لڪ چوريءَ جرمنيءَ مان لنگهي، پيڙيءَ رستي لينن گراڊ پهتا. هن پنهنجي انهيءَ سفر جو پرجوش داستان ”ان ديس ۾، جتي 'سڀاڻو' اڳئي 'ڪالهہ' تي ويو آهي“، نالي ڪتاب ۾ ڏنو آهي. هن ڪتاب جي شروعات سج جي اڀرڻ واري منظر سان ٿئي ٿي:

”اپريل ١٩٣٠ع جي بهار جي موسم ۽ آچر جو ڏينهن آهي. انهيءَ ڏينهن تي ماڻهو شهر کان ٻاهر گهمڻ جو انتظار ڪندا آهن. دريءَ مان سج جي روشنيءَ، لنگهي اچي، اکين جا ڇنڀڻ کوليا آهن، جن کي آرام واري رات نہ ملي هئي. سڄي رات ڪچيءَ ننڊ ۾ خواب ڏسندو رهيس.

”پراگ جي اسٽيشن تي، هزارين ماڻهن جو ميڙ آهي. ٿوريءَ ٿوريءَ دير کان پوءِ گاڏيءَ جي ڏگهي لائين پليٽفارم کي ڇهندي، سوين ماڻهن کي پيان ۽ دريائن ڏانهن کڻي وڃي رهي هئي. اسين جلدي پهچي ويل، بي انداز خوشين ۽ هل هنگامي سان ڀرپل بهار واري دلفريب ماحول ۾، بالڪل گم ٿي ويا آهيون. اسان کي فقط، اها ئي شيءِ گهربي هئي— هزارن جي انبوهه ۾ اسين پنج به شامل ٿي ويا آهيون....

”پنهنجي ملڪ سان لڪ چوريءَ سوويت يونين ڏانهن ويندي، وڏي ڏوهه جو ڪم ڪري رهيا آهيون.

”اسان جي هن سفر جي پڄاڻيءَ تي اڳين پيان کان به وڌيڪ گهاٽا پيلا موجود آهن، جن ۾ اسين روز گهمڻ ويندا آهيون ۽ اسان جي ملڪ جي دريائن کان هتي وڌيڪ ويڪرا درياهَ آهن. هتي پراڻن قلعن ۽ محلاتن کان وڌيڪ وڏيون ۽ مضبوط عمارتون موجود آهن. اهو ديس، جنهن ڏانهن وڃڻ اسان جي ملڪ جي قانون، هڪ وڏي جبل جي چوٽيءَ سر ڪرڻ کان به وڌيڪ ڏکيو بنائي ڇڏيو آهي.“

”اسين سوويت يونين ڏانهن وڃي رهيا آهيون ۽ اسان وٽ پاسپورٽ به موجود نه آهن.“

جولس فوچڪ سوويت يونين ۾ تمام گهڻو گهميو ۽ گهمندي گهمندي وڃي چين جي سرحدن کي پهتو. هن هرهنڌ ائين محسوس ڪيو ته ڄڻ هو پنهنجي ئي

ديس ۾ گھمي رهيو آهي. هڪ اخبار نويس جي حيثيت ۾، ڪيس زندگي جا ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا، تنهن ڪري اها عجب جي ڳالهه نه آهي ته هن گستينا ڪي (جنهن سان پوءِ شادي ڪيائين) هڪ خط ۾ لکيو ته ”مون پنهنجي زندگيءَ ۾ پاڻ ڪي هن ڪان اڳ ڪڏهن به ايترو آزاد محسوس نه ڪيو آهي.“

ڇهن مهينن ڪان پوءِ فوچڪ چيڪوسلاويڪيا موٽي آيو، ۽ هڪدم سياسي سرگرمين ۾ بهرو وٺڻ لڳو — هو نه فقط بي شمار مسئلن ۽ سوالن تي سياسي نموني جا مضمون لکندو رهيو، پر ڪيترن اخبارن ۽ رسالن جي ايڊٽ بڻ ڪندو هو. هن ڪي هيئنر ڳالهائڻ لاءِ هڪ ٻيو موضوع به ملي چڪو هو. فوچڪ ڪابه ڳالهه اڌوري نه ڪندو هو. گستا جي، رڪارڊ پٽاندر، سرڪاري پابنديءَ هوندي به فوچڪ هڪ سال ۾ سوويت يونين بابت ٣٧٠ تقريرون ڪيون. انهيءَ عرصي ۾ هو چار دفعا گرفتار ٿيو ۽ ڪيترا ڏينهن جيل ۾ بند رهيو. هڪ ٻيرو ڪيس سوويت يونين جي فائدي ۾ ڳالهائڻ ڪري گرفتار ڪيو ويو، جيتوڻيڪ اهڙو ڪوبه ثبوت ڪونه هو، جو انهن ڪيل تقريرن مان اهو اندازو لڳائجي ته هو لڪ چوريءَ روس مان ٿي آيو آهي.

جڏهن سوويت يونين بابت فوچڪ جو ڪتاب ڇپجڻ لاءِ پريس ۾ ويو، تڏهن سينسرشپ وارن حڪم ڪيو ته انهيءَ ڪتاب مان اهي ٻه صفحا ڪڍيا وڃن،

جن ۾ ڪتاب لکندڙ ”بي روزگاريءَ کان پاڪ سر زمين (روس)، ۽ چيڪوسلوويڪيا“، بابت پنهنجا تاثرات بيان ڪيا آهن. ١٥ سال پوءِ اهو ڪتاب جڏهن ٻيهر ڇپيو، تڏهن اهي ٻي خارج ڪيل صفحا شامل ڪيا ويا. انهن ٻنهي صفحن مان چيڪوسلوويڪيا بابت سندس لکيل ڪجهه اقتباس هيٺ ڏجن ٿا:

”روزگار ڏياريندڙ آفيس ۾ روزانو ڪيترا مزدور بيٺل نظر ايندا آهن. هو صبح جو مزدوريءَ جي ڳولا ۾ هت ايندا آهن ۽ جيسين ڪو پورهيو ملين، تيسين سندن گوڙ ۽ بڪايل چهرا، هڪ حساس ماڻهوءَ جي اندر ۾ گهرا وڍ وجهي ڇڏيندا آهن. ڪلاڪن جا ڪلاڪ انتظار ڪندي، غربت ۽ مايوسيءَ جا ستايل چڻ ٻهاڙ ڪري پوندا آهن. آخر دري بند ڪئي ويندي آهي ۽ مزدورن ڪي ائين چئي هٽايو ويندو آهي ته ”ڪوبه ڪم ڪونهي.“ سڀ ڏينهن جي انتظار کان پوءِ اهي لفظ، مزدورن جي دل ۾ ڀالن جيان کهڙي ويندا آهن. ۽ پوءِ بي شمار پورهيت بکئي پيٽ ڀرڻ خاطر پنهنجي قوت وڪرو ڪرڻ لاءِ ڪا واهه نه ڏسي، شام جو پراگ جي محلاتن وارين روشن گهٽين مان واپس موٽنيدي، پندا ويندا آهن، ته جيئن هو چار ڏوڪڙ پني پنهنجن ٻچڙن لاءِ ڪو سڪل ۽ پاروٿو نان وٺي ڪٽي وڃن.

”مون ريلوي اسٽيشن جي ڏاڪڻين تي به بي روزگار مزدور بيٺل ڏٺا. انهن ڏاڪڻين تي مصنوعي آزاديءَ جا

دلفريب نعرا تختين تي لکيل ۽ ٽنگيل هئا. انهي مزدور
کمين وانگر، پنهنجن نيڙن کوٽن ۾ سرديءَ کان
بچڻ لاءِ کرونڊڙا ٿيا پيا هئا. سندن وات مان ٻاڦ
نڪري رهي هئي. ڏاکڻ جي آخري دکن تي ستل،
مزدورن جي پيرن وٽ چت تان ميٺهن جو پاڻي ٽمي
رهيو هو. پوليس وارا پنهنجن وڏن بوٽن سان کڙڪيدار
آواز ۾ اچ وڃ کري رهيا هئا ۽ مزدورن ڏانهن کي
سندن ڏيان ئي نٿي چڪيو. ساڪ جا جيل اڳئي ماڻهن
سان ڀريا پيا هئا *
”مون دک هنڌ چئن ماڻهن جا جنازا ڏٺا. ڪاٺين
واري علائقي جي گهٽين مان هزارين ماڻهو مارچ ڪندا
ٿي ويا. برف سندن پيرن وٽ کري رهي هئي، جنهن
کري سندن هاڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ ئي ڪين ٿي آيو.
مطلب ته اکين سان ته سڀڪجهه ڏسي سگهجي ٿي، پر
ٻڌڻ لاءِ ڪجهه به نه! اهڙيءَ طرح، هزارين اڳتي
وڌندڙ ماڻهو بلڪل خاموش ۽ بي زبان هئا. انسانيت
جو هيءَ اٿاهه سمنڊ اهڙي حوصلي، همت ۽ يقين سان
اڳتي وڌڻ کيو، جو ٻين پاڻ جهڙن کي گڏ وٺي
هاندي، دشمن جي دلين کي ڏڪائي ڇڏي ۽ گڏو گڏ

---

* هت فوچڪ جي ذهن شايد پراگ جي مسارڪ
۽ ولسن اسٽيشنن جو بيان ڪيو آهي، پر هن احتياط
طور نالا نه لکيا آهن.

اڳتي وڌندي، پنهنجي همسفرن جي دلين ۾ بدلي وٺڻ جي تڙپ پيدا ڪري."

فوجڪ کي ٻه دفعا فوجي سروس لاءِ سڏايو ويو، پر هر دفعي سندس موجودگيءَ، اختياريءَ وارن جي دلين کي ڇرڪائي ڇڏيو. پهرئين دفعي فوج ۾ فقط هڪ مهينو رهائي، پوءِ کيس اڻ چاڱايل مدي تائين موڪل ڏني ويئي. ٻئي دفعي کيس ضروري فوجي تربيت کان روڪيو ويو ۽ ٿوري وقت کانپوءِ کيس هڪ مرڪز کان ٻئي مرڪز ڏانهن موڪليو ٿي ويو، ته جيئن سندس انقلابي شعور جو ٻين سپاهين تي اثر نه پوي.

هن ڊسمبر ۱۹۳۲ع ۾ لکيو، ته "مون کي هڪ ئي وقت گهڻن فوجين سان ملڻ، ۽ غير فوجي لباس ۾ ساڻن ڳالهائڻ نٿو ڏنو وڃي ۽ نڪي مون کي انهن هنڌن ڏانهن وڃڻ جي اجازت آهي، جتي سپاهي عام طور ويندا آهن. مون کي انهيءَ ڳالهه ٻڌائڻ جي به اجازت نه آهي ته آءٌ ڪنهن وقت 'رودي پراوو' اخبار جو ايڊيٽر هوس، ۽ نڪي وري پنهنجي ڏنڊي بابت ڪجهه ٻڌائڻ جي ڪا اجازت هئم."

مليٽري سروس مان ڊسمس ٿيڻ وقت جڏهين اڃا هو فوجي بئريڪن کان ٻاهر ئي مس نڪتو، ته کيس هڪدم گرفتار ڪري، پوليس جي حوالي ڪيو ويو. هڪ عام ڏوهاريءَ وانگيان فوٽو ڪڍي، کيس پانڪريڪ جي

هڪ ڪورٽ ۾ آندو ويو، پر بحث ڪرڻ ۾ ماهر هئڻ ڪري، هو انهيءَ سازش مان ڇٽي ويو. هن پوءِ وري پنهنجي اخبار نويسي شروع ڪئي، پر هاڻي هو زير زمين رهڻ لڳو ۽ هڪ گمنام نالي سان ڪيترن مضمونن ۾ ڪليو ڪلايو پنهنجو سياسي نقطئه نظر بيان ڪندو رهيو.

جنوري ١٩٣٢ع ۾، سندس شايع ٿيل هڪ مضمون جا ڪي خاص ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا، جن مان اسان کي سندس عوام دوستيءَ، اعليٰ حوصلي ۽ عظيم جذبي جي پروڙ پئي ٿي.

"اسين پنهنجي ديس سان جيڪو پيار ٿا ڪريون، ان ڪري اسان کان اهو ڪڏهن به سٺو ڪين ٿيندو، ته ان جا لکين رهواسي ڏکيا ۽ بکيا رهن. اسان کي پنهنجي وطن سان اڻ مٽي محبت آهي، انهيءَ ڪري، اهڙي صورتحال ڪڏهن به ڏسڻ گوارا ڪين ڪنداسين، ته فقط آ گرين تي ڳڻڻ جيترا پيٽ ڀريا، دولت ۽ اقتدار جا مالڪ، غريبن جي وڏيءَ اڪثريت کي لتين ڦرين ۽ مٿن اڻ ڳڻيا ظلم ڪن.

"اسان کي پنهنجو وطن عزيز آهي، ان ڪري اسان اهو نٿا ڏسڻ گهرون ته اسان جو وطن ٻين قومن تي ظلم ڪري ۽ ٻيون قومون انهيءَ سببان کانئس نفرت ڪن. اسين پنهنجي ديس جي ڌرتيءَ سان پيار ٿا ڪريون، انهيءَ ڪري، ان کي آزاد ڏسڻ گهرون ٿا. اسين پنهنجي

وطن سان پيار ٿا ڪريون، ان ڪري، وطن جي گهٽائيءَ وارن محڪوم ماڻهن جي آزاديءَ لاءِ وڙهي رهيا آهيون.

”انهيءَ محبت لاءِ اسان کي وڏيون قربانيون ڏيڻيون پون ٿيون.“

”اسان کي پنهنجي ديس سان محبت آهي، ان ڪري اسين ڪميونسٽ آهيون.“

”جهڙيءَ ريت اسين چيڪ عوام سان محبت ڪريون ٿا، اهڙيءَ ريت، اسان کي چيڪ قوم جي ڦر لٽ ڪندڙن کان دلي نفرت آهي. اسين چيڪ قوم جي انهن سڀني مفت خور ظالمن کان نفرت ڪريون ٿا، جيڪي قوم جي وڏيءَ اڪثريت جي پورهئي تي پلجن ٿا. اسان انهن ماڻهن کان به نفرت ڪريون ٿا، جيڪي پورهيو ڪندڙن کي دٻائڻ ۾ ظالم طبقي کي (مالي، عملي ۽ قلمي) مدد ڪن ٿا.“

فوچڪ اهو مضمون ان وقت لکيو، جڏهين چيڪ اختياريءَ وارن کيس پانڪريڪ جيل ۾ ڇهن مهينن لاءِ نظر بند ڪيو هو.

انهن مثين ذڪرن پيش ڪرڻ کان پوءِ فوچڪ جي هڪ لکت، ”جيل جي ياداشت“، مان ڪي سٽون فوري دل تي تري آيون آهن، جيڪي هن نازين جي ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ حياتيءَ جا ڏکيا ڏينهن ڪٽيندي، قلمبند ڪيون آهن:

”پانڪريڪ جي هن ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ مون

اگي ڪيتري نہ جدوجهد ڪئي هئي!

”شايد هن ئي ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ پهريون ڀيرو منهنجي اڳيان چيڪ قوم جي بهبوديءَ لاءِ چيڪوسلاواڪيا جي مڙني سرمائيدارن کي تباهہ ڪرڻ واريءَ پاليسيءَ مرتب ڪرڻ جا يقين جوڳا نتيجا ظاهر ٿيا هئا. هن وقت جڏهن هو منهنجي ديس کي ڦاسي ڏيئي رهيا آهن، اُن وقت ڪال ڪوٺڙيءَ جي ٻاهران جرمن فوجي پهرو ڏيئي رهيا آهن ۽ ٻاهران ڪنهن هنڌ، وقت جون انڌيون سياسي قوتون هڪ ڀيرو وري غداريءَ جو ڄار پکيڙي رهيون آهن. انسان ذات کي مجموعي طور اڪين پنڌ ۾ الائي ڪيتريون صديون کپن ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ انسانيت کي بہ معلوم ڪيترين ڪال ڪوٺڙين ۾ ٻوسائجڻو آهي — ۽ نہ معلوم الاءِ ڪيترن ساٿين ۽ انسان دوستن کي هت اچي ۽ عذاب ڀوڳڻو آهي.“

١٩٣٠ کان وٺي فاسطائين ڪيترن ئي ملڪن ۾ زور ورتو. چيڪوسلاويڪيا جي هڪ پاڙيسري ملڪ، جرمنيءَ ۾، فلسطائين جو زور ڏهن سڀني کان وڌيڪ هو: فوڄ لاءِ فاسطائين خلاف جدوجهد جيئن ڀوءِ تيئن وقت جي اهم ضرورت ٿيندي ويئي. امن ۽ اتحاد قائم ڪرڻ فلسطائين جي موت لاءِ بيحد ضروري آهي.

هو پنهنجي پوريءَ قوت سان ان جهدوجهد ۾ شامل ٿيو. اها سندس وڏي خوبي هئي. جرمنيءَ جي سر زمين بابت صحيح معلومات گڏ ڪرڻ لاءِ هو انتهائي خطرناڪ

وقت ۾، لڪ چوريءَ سرحد پار ڪري، سيونخ پهچي ويو. هيءَ اهو وقت هو جڏهن هٽلر خود پنهنجن پيروڪارن جي ڪنڌ ۾ ڀڄي وڃڻ کان روڪڻ لاءِ بنا ڪنهن ثبوت جي عام جام ڦاسيون ڏياري ڇڏيون هيون.

۱۹۳۴ ۾، فوچڪ جي گرفتاريءَ جي وارنٽ جاري ٿيڻ کان سگهوئي پوءِ، هو پهريون ڀيرو سوويت يونين جي سفر تي هليو ويو. سندس انهيءَ دوري بابت ”روسي پراوو“ چار سال اڳ واري سفر کان پوءِ سوويت يونين ۾ تبديليون آيون هيون، تن ڪي تمام گهڻو متاثر ڪيو.

۱۹۳۶ ۾ چيڪوسلوواڪيا واپس موٽڻ کانپوءِ، فوچڪ نازي جرمنيءَ جي وڌندڙ خطري خلاف زبردست جدوجهد جاري رکي. مسلسل ڪوششن جي باوجود، چيڪوسلوواڪيا ڏينهون ڏينهن تباهيءَ طرف وڃي رهيو هو. سيونخ واري معاهدي جا ڏينهن ويجهو اچي رهيا هئا. سڄي چيڪوسلوواڪيا ۾ زبردست جلسا ۽ جلوس نڪتا، جن ۾ هزارين ماڻهن بهرو ورتو.

۳۱ سپٽمبر ۱۹۳۸ع تي پراگ ۾ پارليامينٽ جي ٻاهران وڏو مظاهرو ٿيو. ان ۾ فوچڪ زبردست تقرير ڪئي. ٻن ڏينهن کانپوءِ عام لام بنديءَ جو اعلان ڪيو ويو هو. فوچڪ پاڻ کي فوج ۾ ڀرتي ڪرايو، پر وريو ڪجهه به ڪ.ن؛ چاڪاڻ ته جنهن ڏينهن بعد چيڪوسلوواڪيا حڪومت، سيونخ معاهدي قبول ڪرڻ

تي مجبور ٿي ۽ هٽلر چيڪوسلوويڪا کي هضم ڪرڻ لاءِ هٿ ڏوئي لڳو.

ميونخ جي معاهدي کان پوءِ سموريون ڪميونسٽ اخبارون بند ڪيون ويون ۽ پارٽيءَ کي ختم ڪيو ويو. سيپٽمبر کان پوءِ وارن، ڇهن مهينن ۾، جيسين نازين اچا سڄي ملڪ تي قبضو ڪين ڪيو هو، تيسين فوچڪ هڪ فرضي نالي سان نازين خلاف لکندو هو. سندس مقصد هيءُ هو ته جيئن پنهنجيءَ قوم کي ايندڙ تباهيءَ کان خبردار ڪري هن چيڪوسلوويڪا جي ماضيءَ ۽ ان جي تاريخ جي عظمت تي هن گهڻو زور ڏنو. هو پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکي ٿو ته "جڏهن ڪنهن ملڪ ۾ قوم اڳيان ڏکيو وقت ايندو آهي، تڏهن هو گذريل تاريخ ڏانهن موٽندا آهن. ته جيئن ان مان رهبري، همٿ ۽ حوصلو حاصل ڪري سگهن. چيڪ قوميءَ جي ماضيءَ ۾ به ناقابل شڪست قوتون هميشه موجود رهيون آهن. قومن جي صحت مند بنيادن مان هميشه اهڙا اعليٰ حوصلي وارا ماڻهو اڀريا آهن، جن جو اعليٰ نصب العين هميشه سچ جو جهنڊو اوچو رکي بيٺي رهيو آهي. فوچڪ جو پنهنجيءَ چيڪ قوم ۾ پهاڙ جهڙو مضبوط ايمان هو. هڪ دفعي جڏهن ڪنهن اديب اهو لکيو، ته "قوم جي اخلاقي قوت گهٽجي ويئي آهي،" تڏهن فوچڪ پنهنجي قوم جي بجاءِ ۾ جواب ڏنو ته: اَءٌ چيڪ قوم کي چڱيءَ طرح سڃاڻان. مائٽس رهان ٿو ۽ ڪيترن

سالن کان ان جي خوشين ۾ غمن، لڙڪن مرڪن ۽ اميدن ۽ همٿن کان پوريءَ ريت واقف آهيان. قوم تي هن وقت نازين جي جيڪا مصيبت نازل ٿي آهي، سا ڪيئن نه سنجهن ٻاهه جا ڀنيٽ ٻاريندي؟.... مونکي اڃا تائين اهڙا ساٿهو نه مليا آهن، جيڪي نااميد هجن، يا جن جي وطني ۽ قومي غيرت گهٽجي ويئي هجي....

”اسان کي هيءَ ڳالهه نه وسارڻ گهرجي ته فرد هڪ نازڪ هستي آهي، جنهن جي عمر به ايڏي ڪا وڏي ڪانه هوندي آهي. انهيءَ ڪري ان کي شايد، پنهنجي ديس جي تاريخ جو پتو نه پوي ۽ هو ان مان صحيح رهنمائي وٺي نه سگهي. پر ٻئي طرف قوم هڪ اهڙي هستي آهي، جيڪا هزارين سال زنده رهي ٿي. قوم هڪ دائمي ۽ جاندار وجود آهي، جنهن جي دماغ ۾ سندس ماضيءَ ۽ حال جا سمورا عظيم تجربا آهن ۽ جنهنجي جي رڳن ۾ وهندڙ رت هميشه هڪجهڙو ڳاڙهو آهي. هڪ اڌ فرد ڪي حقيقتون ۽ اٽل اصول وساري سگهي ٿو، پر ڪا قوم مجموعي طور ڪڏهن به نٿي وساري سگهي. ٿي سگهي ٿو ته فرد، پنهنجو بهتر مستقبل نه ڏسي يا ان کي نظر انداز ڪري ڇڏي، پر قوم هميشه پنهنجي بهتر آئيندي لاءِ جدوجهد ڪندي آهي. فرد جو حوصلو ۽ همت خراب ٿي سگهي ٿو، پر قوم ڪڏهن به مرڻي نه آهي. اهڙيءَ طرح قوم کي به ڪي خرابيون وچڙي سگهن ٿيون، پر اها انهن خرابين هيٺ

ڏيڃي ڪانہ ٿي وڃي. قوم جا اڳواڻ ۽ ليڊر بہ بقا
هوندا آهن؛ هڪڙا ويندا آهن تہ ٻيا ايندا آهن، پر قوم
جو وجود دائمي هوندو آهي.

١٥- مارچ ١٩٣٩ع تي، پراگ ۽ سموري
چيڪوسلوويڪيا تي نازين جي ظلم ۽ تشدد جي اونداهي
رات ڇائنجي ويئي. جولس فوچڪ پنهنجي ملڪ مٿان
ايندڙ تباهين— جن جي اچڻ جي کيس خبر هئي، تن
کي هن پنهنجي ناول جي شروعاتي، باب، "ايندڙ نسل
جو پنهنجي پيئرن کي خطاب" ۾، هن طرح بيان
ڪري ٿو:

"بابا، اسين ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي ڇنيل ٻج آهيون.
اسان سڀ آسري سلا ڪونہ ٿينداسين. بهار اچڻ وقت
اسين سڀ انگورياسين، پر گمان آهي تہ ڪنهن بہ وقت
دشمن جا بوٽ اسان کي لتاڙي، موت جي ننڊ ۾ سمهاري
ڇڏين. دشمن اسان تي پنهنجي غصي ٿڌي ڪرڻ يا فقط
اسان جي تباهيءَ کي مزي خاطر، ڏسڻ لاءِ ناس ڪري
ڇڏين. اسان کي اها خبر آهي ۽ انهيءَ خطري موجود
هوندي بہ اسان زنده رهون ٿا."

"بابا، ائين نہ سمجهو تہ اسين ڪو ڏجون ٿا. اسين
سمورا تہ واقعي ڪين بچنداسون، پر اسين سڀ تہ ختم
بہ ڪونہ ٿينداسون. اسان کي اهو يقين آهي تہ نئون
نسل اسان جي قبرن تان دشمن جي بوٽن جا نشان ڊاهي
ڇڏيندو. اهي مينجي ويندا، سيڪجهہ وسري ويندو، ڏک

ٿوڙي پريشانيون! اسين جيئرا هجون يا مري وڃون، فقط انقلاب فصل ئي تنهنجي پوئين ڪي پڌائيندو ته ڪٿي ۽ ڪاٿي هي آهي اسان جو جسم، اسان کي ان ڳالهه جي وڏي خاطري آهي.“

انهيءَ ناول جي شروع واري باب ۾، ٻار کي هڪ تمثيل طور پيش ڪري، فوچڪ پنهنجي عظيم مقصد سان جيڪا اڻمئي محبت ظاهر ڪئي آهي، تنهن سبب ناول کي هڪ اعليٰ شاهڪار بڻايو ڇڏيو آهي.

چيڪ جمهوريه جي پهرين تڪليف وارن سالن ۾، جولس فوچڪ پاڻ کي جاني واٽي تخليقي ڪم کان پاسي رکيو. هن سياسي جدوجهد کي وڌيڪ اهم سمجهيو، ۽ ان ۾ لڳي ويو، انهيءَ هوندي به هن ادبي مطالعي ۽ تنقيد کي نظرانداز ڪونه ڪيو انهيءَ ڪري، اها بلڪل قدرتي ڳالهه هئي ته ميونخ واري معاهدي ۽ ۽ جنگ شروع ٿيڻ جي هڪ سال واري عرصي ۾ فوچڪ انهن چيڪ اديبن ۽ فنڪارن تي ڪافي مضمون لکيا، جن آن وقت پنهنجي تخليقي ڪم جي وسيلي پنهنجي سياسي اڳواٽي ختم ڪري ڇڏي، جنهن وقت چيڪ قوم، آسٽريليا جي ظلم ۽ تشدد هيٺ پيڙجي رهي هئي. انهيءَ هڪ سال اندر فوچڪ روزمره جي سياسي واقعن بابت نٿي لکي سگهيو.

انهيءَ سڄي عرصي ۾ فوچڪ پنهنجي هڪ نئين تصنيف، ”خاموش ۽ وساريل“، لاءِ مواد گڏ ڪندو

ٿي رهيو هو جي ڪيتري وقت کان اها خواهش هئي ته اهو ڪتاب ڪنهن به طرح ضرور شايع ٿئي. ڪتاب ۾ اٺويهين صديءَ جي انهن اديبن کي ڪافي ساراهيو ويو آهي، جن کي وقت جي اديبن ۽ ادبي جماعتن جاڙي واڙي نظرانداز ڪري ڇڏيو هو.

فوچڪ پنهنجي آخري تصنيف، ”ڦاسيءَ جي تختي تان“، جي هڪ عنوان، ’منهنجي وصيعت‘ ۾ هن جيڪي ٻه صفحا لکيا آهن، تن ۾ گهڻي ڀاڱي چيڪ ادب جو ذڪر ڪيل آهي. ان وصيعت جي شروعاتي لفظن ۾ لکي ٿو ته، ”لائبرريءَ کان سواءِ منهنجي ٻي ڪابه ملڪيت ڪانه آهي، پر جرمن جاسوسي پوليس، ان کي به تباهه ڪري ڇڏيو.“ حقيقت ۾ آهي ته جرمن جاسوسي پوليس، سندس نئون دفعو نئين سر قائم ڪيل لائبرريءَ کي تباهه ڪيو هو. ان کان اڳ ٻه دفعا، هو پنهنجي زندگيءَ جي هن عزيز موڙيءَ کي اکين اڳيان تباهه ٿيندي ڏسي چڪو هو.

جنگ شروع ٿيڻ کان پوءِ فوچڪ جي زندگيءَ جي رفتار تيز ٿي ويئي. هو بي مثال سورهيائي ۽ طاقت سان گهرو محاذ تي ٿيندڙ جدوجهد ۾ شريڪ ٿي ويو. هو زير زمين ڪم ڪرڻ لڳو. سندس هر چر پر غيرقانوني سمجهي ويندي هئي. سندس مختصر قوت، ظالمن جي بي انداز قوت خلاف سراپا حيرت هئي! زير زمين دشمن خلاف ڪارروايون ڪندي، ڪيس هميشه پنهنجو هيڊڪوارٽر

بدلائڻو پوندو هو. هڪ رات هڪ گهر ۾ گذاريندو
هو ته ٻي رات وري ڪنهن ٻئي گهر ۾. لڪ چوريءَ
گهڙين ۾ ميٽنگون ٿينديون هيون، ۽ هو ٽائيپ رائٽرن
تي آڌيءَ رات تائين ويٺو ڪم ڪندو هو. اخبارون
لڪ چوريءَ ورهايون وينديون هيون. دشمن جي سازشن
کان گهڻو ڄاڻ رکندڙ ساٿين کي هر وقت هوشيار
رکيو ويندو هو، ڇاڪاڻ ته تمام سڄاڳ دشمن طرفان،
ڪنهن به وقت گرفتارين جو ڊپ هوندو هو.

جماعتون روزانو تڙ تڪڙ ۾ رٿون بدلائن ۽ جلد
فيصلا ڪرڻ ۾ وڏيءَ خبرداريءَ کان ڪم وٺندي
هئي. فوچڪ ۽ سندس ساٿين لاءِ ڪاڏي جو مسئلو به
وڏيءَ اهميت وارو هو. وٽن ڪاڏي جا ڪوپن ڪونه
هئا، ۽ اهي فقط انهن ماڻهن کي ملندا هئا، جيڪي
پوليس وٽ رجسٽر ٿيل هئا ۽ ظاهري طور ڪم ڌنڌو
ڪندا هئا. پر هن معاملي ۾ ٻين ڪمن وانگيان وطن
دوست عوام، سندس وڏي مدد ڪندا هئا. هو ڪيترو
به وڏي کان وڏو خطرو سر تي کڻي، ڪيس پاڻ وٽ
رهائيندا ۽ حفاظت ڪندا هئا. اهي گمنام سورما هئا،
جن جي فوچڪ تمام گهڻي واکاڻ ڪئي آهي.

هو هميشه ڊگهي ڏاڙهي ۽ عينڪ واري پوڙهي
پروفيسر جي روپ ۾ پنهنجو پاڻ کي لڪائي هلندو هو.
هو بت ۾ ڀريل ۽ سهڻو نوجوان هو، ۽ پاڻ کي وڌيڪ
لڪائڻ لاءِ اڪثر منهڪائي هلندو هو. زير زمين رهڻ

واري زندگي ڪيس ڪڏهن به پريشان ڪانه ڪندي هئي. جنگ کان اڳ واري ڪجهه عرصي ۾، ڪيس زير زمين رهڻ جو چڱو تجربو ٿي چڪو هو. پر ان وقت حالتون اهڙيون خراب نه هيون، ۽ هيئنر زندگي سوت واري ڪشمڪش هانئڙ هئي.

۱۹۴۲ع ۾، پنهنجي گرفتاريءَ کان اڳ هن جيڪي مضمون لکيا، تن جو پس منظر اهوئي هو.

هتي اهو ياد ڏيارڻ مناسب ٿيندو ته هو ان وقت ڪيترين نئين غير قانوني اشاعتن جي هڪ ئي وقت ايڊٽنگ ڪندو هو. انهن سان هڪ خاص طرح ٻارن جو جو رسالو هو، جنهن ۾ گهٽو ڪري گذريل عظيم چيڪ اديبن جي باري ۾ مضمون شايع ٿيندا هئا. ساڳئي وقت ڪميونسٽ پارٽيءَ جي هڪ مکيه ميمبر جي حيثيت ۾، نازين خلاف هلندڙ جدوجهد جي سياسي رهبريءَ سان به هن جو گهاٽو تعلق هو. هن قصي جو بيان هن پنهنجي تصنيف، ”ڦاسيءَ جي تختي تان“ جي آخري باب ۾، مختصر، پر ڪڏهن به نه وسرڻ واري انداز ۾ ڪيو آهي. فيبروري ۱۹۴۱ع ۾، جڏهن سڄي مرڪزي ڪاميٽي گرفتار ٿي ويئي، تنهن کان پوءِ انتهائي ڏکين حالتن ۾ فوچڪ، سيرني ۽ زيڪا ٽنهي گڏجي نئين مرڪزي ڪاميٽي ٺاهي.

هن زماني ۾ فوچڪ جيڪي مضمون لکيا، سي سڀ نهايت زوردار ۽ للڪاريندڙ هئا. هو ور ور ڪري پنهنجن

پڙهندڙن کي ياد ڏياريندو رهيو ته منجهانئن هرهڪ کي شخصي طرح هٽلري راڄ خلاف ڪجهه نه ڪجهه جدوجهد ضرور ڪرڻ کپي. هن کين خاموشيءَ سان ويهي، مشرق ۽ مغرب ۾ ٿيندڙ وڏن واقعن جي نتيجن جو انتظار ڪرڻ واريءَ بريءَ عادت جي خلاف، چتاءُ ڏنو. هن لکيو، ته جڏهن وقت جو اهو اهم سوال هڪ ٻئي کان پڇيو ويندو ته ڪهڙيون خبرون آهن؟ تڏهن ماڻهن کي جنگي محاذن جي خبرن بيان ڪرڻ کان وڌيڪ هڪ ڳالهه جو اظهار ڪرڻ کپي ته هو پاڻ هٽلر خلاف لڙائيءَ جي مختلف مورچن تي پنهنجي پنهنجي جاين تي — ڪارخانن، گهرن، اسٽيشن ۽ مارڪيٽن ۾ ڇا ڇا ڪري رهيا هئا. هو پنهنجي پڙهندڙن کي اپيل ڪندو هو ته کين محسوس ڪرڻ کپي ته اسين سڀ لڙائيءَ ۾ آهيون ۽ اسان کي پنهنجي سڀني قوتن منجهه اتحاد قائم ڪرڻ کپي:

”چيڪوسلاويڪيا جا شهر واسيو! ياد رکو، اسين سمورا هٽلر خلاف جنگ ۾ شريڪ آهيون. اوهان مان هرهڪ شريڪ آهي، ۽ اوهان کي هرروز پاڻ کان اهو سوال پڇڻ کپي ته اڄ هٽلري حڪومت جي تباهيءَ لاءِ مون ڪيتري قدر ڪوشش ڪئي، پنهنجيءَ قوم جي آزاديءَ لاءِ مون اڄ ڇا ڪيو؟ آءٌ آزاد زندگي بسر ڪندس، ان لاءِ مون اڄ پنهنجي هٿن سان ڇا ڇا ڪيو آهي؟ پنهنجي ايندڙ نسلن جي آزاديءَ جي ضمانت

واسطي اڃو ڪي ڏينهن مون ڪهڙو ڪارنامو سرانجام ڏنو؟"

"ان نموني روزانه اوهان کي پاڻ کان حساب پڇڻ کپي ۽ اهو حساب اوهان کي سڄاڻي پنهنجي سڄيءَ قوم اڳيان پيش ڪرڻو آهي!"

نازين جي طاقت خلاف عام ماڻهو جيڪي هٿيار استعمال ڪري رهيا هئا، انهن جي اثرائتي هئڻ ۾ فوچڪ جو پختو يقين هو. هو پنهنجي پڙهندڙن تي پنهنجن لکڻين ۾ زور ڏيندو هو ته واضح ۽ مخصوص سرگرميون ڪرڻ گهرجن ۽ هاڻيڪار سرگرمين سان دشمن کي ڪيئن اثرائتا ڌڪ هڻي ٿا سگهجن. انهيءَ بابت هو چٽيءَ طرح هيٺئين ريت سمجهائيندو هو:

"جيڪڏهن اسان جي ملڪ جي ريلوي جا ٧٠ هزار مزدور روزانو ٽرڪن ۽ ريلوي انجڻن جي بيرنگس ۾ ٿوري واري وجهي ڇڏين، ته ان جي معنيٰ ٿيندي ته ستر هزار ٽرڪ يا ريلوي انجڻيون بيڪار ٿي وينديون. جيڪڏهن اسان جا ڏهه لک گهوٽاٽا هر هفتي ٽڪڙو ڪڪڙ جو آنو راشن کان سواءِ کين چيڪ پارڪي وڪڻن، ته ان جي معنيٰ ٿيندي ته هر هفتي اسان جي ٻارن جي صحت لاءِ ڏهه لک بيضا مليا ۽ هٽلري قاتلن جي ڪاڏي مان ڏهه لک بيضن جي ڪوٽ ٿي.

"جيڪڏهن چيڪوسلاويڪيا جي هٿيارن جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ ڏهه لک مزدورن مان هرڪو

روزانو هڪڙو پرزو گهٽ ٺاهي، ته ان جو نتيجو اهو نڪرندو جو هٽلر جي جنگي مشينن لاءِ روزانو ڏهه لک پرزا گهٽبا ويندا."

"جيڪڏهن ۳۰ هزار چيڪ ڊاڪٽر پنهنجي علاج هيٺ رهندڙ مزدورن جي هفتي ۾ هڪ ڏينهن بيماريءَ جي موڪل وٺائي ڇڏين ته ان جي معنيٰ ٿيندي هٿاري ڪارخانن ۾ ٽن لکن ڪلاڪن جي ڪم جي کوٽ."

"اهڙيون حالتون پيدا ڪريو، جيئن چيڪ سرزمين تي نازين کي هرقدم کڻڻ مهل خطرو محسوس ٿئي ۽ کين بلڪل اهو يقين ٿي وڃڻ کپي، ته هو ايندڙ وڌيڪ منٽ تائين زنده رهندا يا نه، يا ٻيو منٽ کين جيئرو رهڻ نصيب ٿيندو يا نه."

فوچڪ، چيڪ قوم تي ظلم ڪندڙن کي موت جي منهن ۾ ڏيڻ جو ڪوبه موقعو هٿان نه وڃائيندو هو. جڏهن هٽلر جي پروپيگنڊا کاتي جي بدنام وزير، گوئبلس ڌمڪيون ڏني، چيڪ دانشورن کي نازي نظام سان سهڪار ڪرڻ لاءِ اپيل ڪئي، تڏهن فوچڪ گوئبلس کي خطاب ڪندي، دانشورن طرفان کيس هڪ کليل خط لکيو، جنهن ۾ نهايت اندر وڍيندڙ طنز سان کيس جواب ڏنو هئائين. اهو خط غيرقانوني طرح لڪ چوريءَ ڇپرائي عام تقسيم ڪيو ويو.

جڏهن ڪوڙ ۽ پروپيگنڊا جي ماهر، هٽلري وزير، پراگ ۾ هڪ نمائش ڪرائي، جنهن کي "سوويت

بهشت" سڏيو ٿي ويو، تڏهن فوچڪ کي هڪ دلچسپ خيال آيو ۽ هن انهيءَ ڪوڙيءَ پروپيگنڊا جي جواب ۾ پنهنجي سر پاڻ جيڪي سوويت يونين ۾ ڏٺو هو، اهو ڪتابچي جي صورت ۾ شايع ڪري تقسيم ڪيو. هن ان جو نالو "نمائش جو رهبر" رکيو، جنهن ۾ انهيءَ نمائش ۾ رکيل هرهڪ تصوير جي صحيح سمجهاڻي ڏني ويئي هئي. هن ڪتابچي جو مهاڳ فوچڪ جي پنهنجي مخصوص انداز ۾ هيٺينءَ ريت آهي:

"جوزف گوئبلس پراگ ۾ هڪ نمائش ڪرائي آهي، جنهن کي "سوويت بهشت" سڏيو اٿس. هن جو خيال ڏاڍو عمدو آهي ۽ نمائش جو انتظام بهتر آهي. پر سڀ کان وڌيڪ دلچسپ ڳالهه هيءَ آهي ته انهيءَ سموريءَ ڪوشش جو نتيجو سندس دلي منشا ۽ مراد کان بالڪل ابتڙ نڪتو آهي!"

زير زمين هلندڙ تحريڪ طرفان، نازين کي هڪڙي ساعت به آرام جي ڪانه ٿي ڏني وئي. جيئن جيئن جنگ ڏکي ٿيندي پئي وئي، تيئن هو پاڻ به محسوس ڪرڻ لڳا ته ساڻن کلئي ميدان کان وڌيڪ زير زمين مقابلو ڪندڙن جي زبردست لڙائي آهي. فوچڪ هن صورتحال کي پنهنجي خاص انداز ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي:

"اسين اڄ هتي زير زمين آهيون، ائين نه، جيئن ڪنهن کي جيئري دفن ڪجي، پر سوشاسٽ فصل جي سالم ٻج وانگر، جيڪو ٻڌار جي سج جي تپش سان

سچيءَ روءِ زمين تي اپري ايندو آهي."

انهيءَ زير زمين زندگيءَ واري عرصي ۾ فوچڪ کي هميشه انساني عالمي برادريءَ جو احساس رهندو هو. پنهنجي گرفتاريءَ کان فقط ٻه مهينا اڳ، فيبروري ١٩٤٢ ۾، هن سوويت يونين جي سرخ فوج کي هيٺيون مرحبائي پيغام موڪليو هو:

"سرخ فوج جا بهادرو! اسين زير زمين، زندگيءَ جي گهرائين مان اوهان کي سلام ٿا ڪريون. اوهين عظيم الشان حوصلي ۽ خود قربانيءَ سان پنهنجي وطن جي آزاديءَ لاءِ وڙهي رهيا آهيو ۽ ائين ڪندي اوهين اسان جي يورپ جي سڀني مظلوم قومن جي آزاديءَ لاءِ سر ڌريءَ تي رکي بيٺا آهيو."

هيءُ هو اهو طاقتور انسان، جنهن کي ٢٤ اپريل ١٩٤٢ع جي بهار جي ڏک وٽندڙ شام جي وقت، اتفاق سان نازين پڪڙي ورتو. پنهنجي هن مختصر ڪتاب جي شروعات ۾ فوچڪ انهن ئي لفظن سان ڪئي آهي ۽ گڏو گڏ پنهنجي پڙهندڙن کي خود ان عظيم جدوجهد ۾ وٺي ٿو وڃي.

فوچڪ جي بنديخاني جا ١٨ مهينا ۽ ٢٤ ڪلاڪ هئا، جن مان ٢٤ ڪلاڪ وڏي جسماني عذاب سان گذريا. عام طرح نازي هرقيديءَ جي همت ۽ حوصلي ٽوڙڻ جي بي انتها ڪوشش ڪندا هئا. انهن چوويهن ڪلاڪن جي جسماني عذاب متعلق لکي ٿو ته "سواءِ

هڪ ـ ٻن مختصر گهڙين جي، باقي سانده ڇارڏينهن مڪمل طرح بي هوش هوس، مون کي جيڪي عذاب ڏنا ويا، سي سڀ رڳو جسماني به نه هئا.“ هنن عذابن هلندي هڪ دفعو نازي سندس زال، گستا، کي انهيءَ اميد سان اڳيان وٺي آيا ته من هن کي ڏسي، ٻه چار لفظ ڳالهائي مگر زير زمين هلچل هلائڻ جي اصولن پٽاندر ٻنهي قيدين هڪ ٻئي جي سامهون اچڻ تي، مور ڳو هڪ ٻئي کي ڄاڻڻ مڃاڻڻ کان ئي لا علمي ڏيکاري.

محبت ۽ مستقل مزاجيءَ جو مجسمو، گستا، هڪ نهايت دلير عورت هئي، جنهن جو خود فوچڪ پنهنجي بنديخاني واري ذڪر ڪندي هنن لفظن ۾ اظهار ڪيو آهي، ”هن ننڍڙيءَ شخصيت ۾، جنهن جو چڱن نقشن وارو منهن ۽ نماڻيون اکيون آهن، ڪڏهن نه ٻلا جي قوت آهي....“

گستا: جولس فوچڪ جي قيد واري زماني ۾، پاڻ به هڪڙو سال پانڪريڪ جيل ۾ رهي، جنهن ۾ فقط هڪ يا ٻه ڀيرا پنهنجي مڙس کي ڏسي سگهي هئي. ان کان پوءِ جنگ جي خاتمي تائين، يعني ٻن سالن کان ڪجهه وڌيڪ عرصو، ربوانس بروڪ جي نظربنديءَ واريءَ ڪيمپ ۾ رهي. ڪجهه سال پوءِ، هڪ دفعي پانڪريڪ جيل ۾ پنهنجي مڙس کي ڏسڻ واري واقعي جو هن طرح ذڪر ڪيو اٿس: ”فوچڪ جي گرفتاريءَ کان ڪجهه ڪلاڪ پوءِ، آءٌ ڏاڪڻ تي، ته سندس

سامهون بيٺي آهيان. رات جو وقت هو ۽ نازي مون کي پٽيسچڪ محل جي ۴۰۰ نمبر ڪوٺيءَ ۾ وٺي آيا هئا. مون کي سڏ ئي ڪانه هئي ته هو ڪو گرفتار ٿي چڪو آهي آءٌ ڪوٺي نمبر ۴۰۰ ۾، سامهون هڪ بينچ تي گوڏن تي هٿ رکي ويهي رهيس. سڄي ڪوٺي اسان قيدين ۽ جرمن پوليس وارن سان ڀريل هئي. اسان کي هڪٻئي سان ڳالهائڻ ته ڇڏيو، پر چرپر ڪرڻ جي به اجازت ڪانه هئي. مون ڏورو ڪنڌ ڦيري ڪٺي چوڌاري نهاريو، ته ڏسان ڪو سڃاڻو ته ڪونهي! ايتري ۾ منهنجي نظر ڪامريڊ جيانڪووا تي پيئي. اسان اکين، اشارن ئي اشارن ۾ ظاهر ڪيو ته اسين هڪٻئي کي ڪونه سڃاڻون. ان بعد اوچتو دروازو کليو. فوچڪ دروازي مان سامهون مون ڏانهن اچي رهيو هو. پير اگهاڙا هئس ۽ قميص جي ٻانهن کان رت پئي اڙ هيس. سخت مار ماڻ سبب منهن ۾ بيحد لڙڪيل ۽ بيحد پيلو ٿي ويو هو. سندس هٿي ۽ ڏاڙهيءَ جا وار منجهيل ۽ پٽيل ٿي لڳو. وات مان به رت وهي رهيو هوس، ۽ پٺيان هڪ نازي سپاهي کيس لڱيون هڻندو اڳتي ڌڪي رهيو هو. پوءِ کيس هڪ ڪنڊ ۾ ڌڪي، پٺ ڏانهن منهن ۽ اسان ڏانهن پٺ ڪري ويهاريائونس. فوچڪ آهستي آهستي قدم کڻندو، دروازي کان اهڙيءَ طرح اندر پئي آيو، ڄڻ کيس لت جي ڌڪن جو ڪو احساس ئي ڪونهي ۽ کيس طاقتور پوليس واري جي لڱين جو ڪو

پتو ئي نہ آهي. ۽ جڏهن هو ڪوٺيءَ ۾ پهتو، تڏهن هڪدم منهن ڦيرائي اسان ڏانهن ڪيائين ۽ اوچي ڳاٽ اسان ڏانهن نهاريائين، جنهن تي اسان خود حيرت وچان پنهنجا ڪنڌ هيٺ ڪنيا. ان وقت نازي سپاهين جي گهيري ۾ هڪ شڪست کاڌل بي وس انسان وانگر نه، پر هڪ فاتح وانگر بي پرواهہ ٿيو بيٺو هو ۽ سندس چوڌاري بيٺل پوليس وارا شڪست کائي چڪا هئا. هو هڪ اهڙو فاتح هو، جنهن کي جسماني طور ختم ڪرڻ کان سواءِ، نازي ڪيس ڪابہ شڪست ڏيئي نٿي سگهيا.

”جولس پنهنجي امر تصنيف، ’ڦاسيءَ جي تختي تان‘ ۾، جانسيريني جو جنهن نموني ذڪر ڪيو آهي، سو خود سندس ئي حالتن سان پوريءَ طرح ٺهڪي ٿو اچي هو لکي ٿو تہ: ”بهادر انسان، جيڪو جيئرن کي اڳتي وڌڻ لاءِ رستو ڏيکاريندو رهيو– اهڙو رستو جيڪو خود هن جي پنهنجي ئي موت جو ڪارڻ بڻيو.“

هڪ اخبار نويس جي حيثيت ۾، فوچڪ کي بنديخاني جي ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ جيڪو وڏي کان وڏو انعام مليو، سو هيءُ هو تہ هڪ همدرد پهريدار جي ڪوشش سان ڪيس وري پنهنجي محبوب مشغوليءَ جو موقعو مليو– اهڙو موقعو جڏهن موت جو رسو سندس ڳچيءَ ۾ پيل هو. هو پنهنجي ماحول ۽ حالتن کان بي پرواهہ نهايت حليمائي، ٿڌي سيني، ڳوڙهيءَ نظر، لافاني همت، گهري انساني شعور ۽ نغمن سان ڀرپور دل طرفان پنهنجن

سمورن، جذبن ۽ امنگن کي قلمبند ڪيو.

نازين جي سخت چوڪسيءَ جي باوجود هن جي هيءَ تصنيف هڪ هڪ صفحو ڪري، پانڪريڪ جيل مان ٻاهر ڪڍي، جيڪ گهرن ۾ هڪ قيمتي ٻج وانگر سانڍي ويئي. هن قيمتي دستاويز کي ان وقت تائين حفاظت ۾ رکيو هو، جيستائين ملڪ تي آزاديءَ جو سوڀاڳو سج طلوع ٿئي.

قيدخاني ۾ فوچڪ کي پنهنجي ساٿين جي همت ۽ حوصلي جو پورو احساس ٿيو، جن ۾ ظالم نازين سان مقابلو ڪندڙ چيڪ مرد ۽ عورتون شامل هيون. ”جيل هڪ عظيم اجتماعيت آهي. مختصر لفظن ۾ ائين چئجي ته عظيم ڪارناما ڪندڙن جي عظيم برادري....“ هن اجتماعي قوت جي وڏي ۾ وڏي آزمائش، ڪوٺي نمبر ۴۰۰ هئي، جتي نازي، قيدين کي سخت عذاب ڏيئي، خفيہ رازن جون پڇائون ڪندا هئا. فوچڪ جيڪو هميشه اڳرائيءَ جي جذبي ۾ هوندو هو، تنهن هن جاءِ تي هڪ اهڙي بهادر سپاهيءَ جيان مقابلو ڪيو، جيڪو محاذ تي اڪيلو رهجي ويندو آهي ۽ دشمن چوڦير گهيرو ڪري ويندا اٿس. انهيءَ محاذ جو ذڪر هن طرح ٿو ڪري:

”هڪ اهڙي خندق جا دشمن جي قبضي ۾ اچي ويئي هجي ۽ جيڪا آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ وڙهندڙ ساٿين ۽ ساريءَ قوم جي همت ۽ ايڪتا جي ضامن هجي.“

فوجڪ جي اها خاصيت هئي ته هو هر ظلم ۽ تشدد برداشت ڪرڻ وقت پنهنجيءَ دل ۾ سڀ ڪان وڌيڪ خيال انهن گمنام سورمن ڏانهن ڏيندو هو، جن سڀني گڏجي دشمن جي مقابلي لاءِ تحريڪ ڪڙي ڪئي هئي. جيل جو هڪ ساٿي پيسيڪ، سٺ ورهين عمر جو هڪ اسڪول ماستر هو. فوچڪ اڪثر ڪري ڪيس چوندو هو ته "تون هڪ ننڍڙو يادگار تعمير ڪري رهيو آهين." فوچڪ کي هن ڳالهه جو احساس هو ته اسان پنهنجن باقي بچيل جيئرا ساٿي، شال ڪيس سهٽي نموني ياد ڪن. انهيءَ نقطي جي هن وٽ وڏي اهميت هئي، جيئن پاڻ هڪ هنڌ ذڪر ڪري ٿو ته: "آءٌ چاهيان ٿو ته هو سڀ ساٿي تنهنجي ويجهو هجن، ۽ اهي جن کي تون سڃاڻين— اهي جيڪي تنهنجو ئي رت ۽ گوشت آهن ۽ خود تو وانگر آهن" ۱۹۴۳ع جي اونهاري ۾، فوچڪ کي پانڪريڪ جيل کان برلن جي هڪ جيل ۾ بدلي ڪيو ويو. هتي هڪ ڊرامائي انداز سان مقدمي هلائڻ بعد ڪيس موت جي سزا ڏني وئي. ۸ سيپٽمبر جي صبح سوير، جيڪ عوام جي هن بهادر ساٿيءَ کي ختم ڪري، نازين پنهنجي موت جو سامان ڪٺو ڪيو.

هن بهادر ساٿيءَ جو آخري خط، جيڪو پاڻ برلن مان لکيو هئائين، اهو خوش قسمتيءَ سان محفوظ آهي. ان ۾ لکي ٿو:

"عزيز ساٿيو، شايد اوهان کي معلوم هوندو ته

سون کي اڳوڻي جاءِ ڇڏڻي پئي. سون کي بائوتزن ۾
۲۳- آگسٽ تي اوهان جي خط ملڻ جي اميد هئي.
پر ان بجاءِ سون کي برلن (پئي جيل ڊاڻهن) مان دعوت
آئي. ۲۴ آگسٽ تي آءٌ بورلينس ۽ ڪانيس مان لنگهيس.
۲۵ آگسٽ جي صبح جو منهنجو ڪيس شروع ٿيو ۽
منجهند تائين پورو ٿي ويو- ٿيو ائين ئي، جيئن دل ۾
سمجهيم ٿي. هاڻي آءٌ هتي پلوتيزنيسي جي هڪ ڪوٺيءَ
۾ ڏهه ڪامريڊ سان گڏ آهيان. ڪاغذ جون ٿيلهيون
پيا ٺاهيون ۽ گيت پيا ڳايون، ۽ گڏوگڏ پنهنجي ڦاسيءَ
جي واري جي انتظار ۾ پڻ آهيون. ان ۾ ڪجهه هفتا
وڃي رهيا آهن، پر بعضي ته مهينا به گذريو وڃن.
اميدون سرءُ جي پنن وانگر بالڪل آهستي ۽ نرميءَ
سان غائب ٿينديون وڃن. بعضي هھڙين حالتن تي ويچار
ڪندي خوش مزاج انسان به مايوس ۽ اداس ٿيو پون.
پر وڻن کي ڪوبه نقصان ڪونه ٿو ٿئي. اهو سڀڪجهه
قدرتي ۽ لازمي آهي. جيئن سيارو وڻن ۽ ٻوٽن کي
نئين زندگي ٿو بخشي، تيئن انسان کي به هڪ نئين
قوت ٿو ڏئي! يقين ڪريو ته حالتن سون کان ڪجهه
به کن کسيو آهي. اها دائمي خوشي، جيڪا سدائين
سون ۾ رهي آهي، تنهن ۾ ڪابه گهٽتائي نه آئي آهي،
بلڪ هر روز منهنجي ذهن ۾ بيٿوون جو نئون نغمو
جاڳي ٿو اچي. انسان پنهنجي حياتي قربان ڪرڻ سان
ڪو گهٽجي نٿو وڃي. آءٌ اوهان کي، دلي گذارش ٿو

ڪريان، ته جڏهن سڀڪجهه ٺي گذري، تڏهين اوهين مون کي ڏک سان نه، پر انهيءَ خوشيءَ سان ياد ڪجو، جيڪا منهنجي سڄيءَ حياتيءَ ۾ مون سان ساٿ ڏيندي رهي آهي. هي سڀ اڳتي وڌندڙ قافلي لاءِ لازمي حقيقتون آهن. مون کي خبر آهي ته اوهين پاڻ به جيڪي ڪجهه ممڪن آهي، تنهن جي پورائي ۾ ڪين ڇڏيندؤ. پر جي ائين نه به ڪري سگهو، ته پوءِ به ان لاءِ مايوس يا ڏکارا ڪڏهن نه ٿجو.

هڪ ڏينهن هر ڪنهن جو انت اچڻو ئي آهي. منهنجي پيءُ جي باري ۾ جيئن بهتر سمجهو، ائين ڪجو. جيڪڏهن ڪيس ڪجهه ٻڌائڻ ضروري سمجهو، ته پوءِ اهو خيال ضروري رکجو ته هن وڏيءَ عمر ۾ ڪيس ذهني تڪليف نه پهچي. بهرحال جيئن اوهين مناسب سمجهو، تيئن ڪجو؛ ڇو ته اوهين منهنجي ماءُ ۽ پيءُ کي وڌيڪ ويجها آهيو.

”مهرباني ڪري مون کي احوال ڏيو ته گستا جو ڪهڙو حال آهي؟ ڪيس منهنجا گرمجوشيءَ وارا سلام پهچائجو! شل هو هميشه اڪيلي نه هجي، جيڪا مون هميشه محسوس پئي ڪئي آهي. هو اڃا جوانيءَ جي جذبن سان ڀرپور آهي ۽ ڪيس وڏوا رهڻ جو حق ڪونهي، شايد هوءَ چوي ته 'ائين ممڪن ناهي'، پر ائين آهي. هوءَ هر ساٿيءَ جي جاءِ ڀري سگهي ٿي، ڀل ڪيڏي به جاکوڙ ۽ جوابداري مٿانئس وڌي وڃي. پر هينئر

ڪيس خط لکي، اهو احوال نہ پڏائجو. انهيءَ وقت جو انتظار ڪجو، جڏهن هوءَ بنديخاني مان زنده موٽي ٻاهر اچي.

”هاڻي شايد اوهان (جن سيني کي سڃاڻان ٿو) اهو معلوم ڪرڻ چاهيندا تہ آءٌ حياتيءَ جون باقي گهڙيون ڪيئن ٿو گذاريان؟ يقين ڄاڻو تہ آءٌ بلڪل ٺيڪ آهيان. هتي بہ ڪتابن ۽ اخبارن سان وندر اٿم ۽ سڀ ڪان وڏيڪ ڳالهہ تہ ڪوٺي ۾ اڪيلو ناهيان. جيڪو وقت گذرندو پيو وڃي، اهو جيئن.... ڪاسريڊن جو چوڻ آهي، بلڪل تيزيءَ سان! هتي اسان سان، جيئن ٻئي هنڌ جرمنيءَ ۾ ٿئي ٿو، بلڪل سٺو برتاءُ ڪيو پيو وڃي. مثال طور بانٽزل جيل ۾، اسان کي کاڌي جي شين جا پارسل بہ ملندا هئا. اسان انهن پارسلن جي تقاضا ڪانہ ڪئي هئي، پر اهي هر ڪنهن قيديءَ کي ملندا هئا. توهان کي سڌ آهي تہ منهنجي دل ۾ جرمن عوام لاءِ ڪابہ نفرت ڪانهي. بهرحال، جنگ اڃا جاري آهي.“

اها خوش قسمتيءَ جي ڳالهہ آهي جو فوچڪ جي ڪيس جو نازين طرفان تيار ڪيل سڄو رڪارڊ موجود آهي. اهو ١٩٥٠ع ۾ هٿ آيو. هن رڪارڊ جي سمورن ڪاغذن تي جرمن سپريم ڪورٽ جي نوبل جون صحيحون پيل آهن. ان ۾ فوچڪ جون ٽي تصويرون بہ شامل ڪيل آهن– بہ پاسن کان ورتل ۽ هڪڙي

سندس سنهن جي سامهون ورتل، هن تصوير ۾ سندس ڳاڙهي
اک جي هيٺان ڳهرو نشان نظر پيو اچي، جو چاڪوءَ
جي زخم جو نشان هجي.
هن رڪارڊ مان اها ڳالهه به ظاهر آهي ته نازي دردندا،
جن لکين ماڻهن کي بنا ڪنهن پڇا ڳاڇا جي قتل
ڪري ڇڏيو، تن فوچڪ لاءِ قانوني ڪيس هلائڻ
جو ڍونگ ڇو رچايو هو؟ هنن کي انهيءَ ڳالهه ثابت
ڪرڻ جي خواهش هئي ته فوچڪ ۽ سندس ساٿين جي
گرفتارين سان، چيڪوسلاويڪيا ۾ مقابلي جي سموري
هلچل ختم ٿي وئي آهي، يا نه، هن ڪيس هاڻ واري
ڏينهن، هٽلر جي ٽن چارٽن کي جن جو چيڪوسلاويڪيا
جي قوم سان تعلق هو، تن کي تمغا ڏنا ويا. اهي هئا
هيمار، وليم فرڪ ۽ فرئنڪ، جنهن کي هائيڊرڪ جي
قتل ٿيڻ کان پوءِ، بوهيميا ۽ موراويا جو حڪمران
مقرر ڪيو ويو.

ڪيس جي ۱۳ ٽائيپ ٿيل صفحن سان ۹ صفحا
فوچڪ جي باري ۾ آهن ۽ ۳ بيريڪ بابت، جنهن
پنهنجن ساٿين سان غداري ڪئي هئي. پر ان جي باوجود
ڪيس به موت جي سزا ڏني وئي. هڪڙو صفحو ليداپلاچا
بابت آهي، جيڪا، هڪ حد تائين فوچڪ جي هوشياريءَ
۽ مٽس پردي وجهڻ جي ڪوشش سببان ۽ ڪجهه قدر
پنهنجيءَ همت ۽ حوصلي، سببان، موت جي سزا کان
بچي وئي هئي.

برلن جي ڪورٽ ۾ تيز روشني هئي. هي ٢٥ آگسٽ ١٩٤٣ع جو واقعو آهي. پوڙهين نائين و ڳي ڪيس جي مرڪزي شخصيت، فوچڪ، کي ڪورٽ ۾ آندو ويو. شاهدن جي ويهڻ تي ٻيريڪ ۾ ليڊاپلاچا ويٺل آهن. ٩ بجي جج ڪورٽ ۾ داخل ٿـي پنهنجين جاين تي ويهي رهيا. ڪورٽ جو صدر رولينڊ فرزلر، فوچڪ کي هيٺين طرح خطاب ڪري ٿو:

”جوابدار فوچڪ! ڇا تون اهو قبول ٿو ڪرين ته تو جرمن حڪومت جي سلامتيءَ خلاف، هٿيار بند بغاوت ۽ انقلاب جي لاءِ سازش جو جوابدار آهين؟“

”آءٌ پنهنجي ملڪ توهان جي حڪمراني تسليم نٿي ڪونه تو ڪريان. منهنجي خيال ۾ اوهان کي پنهنجيءَ ڪورٽ ۾ مون تي ڪيس هلائڻ جو ڪو اختيار نٿي ڪرنهي“ فوچڪ ٿڌي نموني جواب ڏنو.

”آءٌ توکي هتي تقرير ڪرڻ کان منع ٿو ڪريان، فقط سوال جو جواب ڏي، ڇا، تون قبولدار آهين تـه پنهنجين سرگرمين سان تو جرمنيءَ جي دشمن، بالشويڪ روس، جي مدد ڪئي آهي؟“

فوچڪ جيڪو هميشه اڳرائي ڪرڻ جـو عادتي آهي، تنهن هن مايل موقعي جـو فائدو وٺندي، هيٺين لفظن سان شروعات ڪئي:

”هائو، مون سوويت يونين جي مدد ڪئي آهي. مون سرخ فوجن جي مدد ڪئي آهي ۽ اهوئي منهنجي

۴٠ سالن جي زندگيءَ جو سڀ کان عزيز ۽ بهتر ڪم آهي....“

فوچڪ لاءِ نه رڳو سرڪاري وڪيل نوبل، پر خود هن جي بچاءَ لاءِ مقرر ڪيل وڪيل، هاف مين، به، هن کي موت جي سزا ڏيڻ جو مطالبو ڪيو.

فوچڪ تي ڪوبه اثر نه پيو. هن پنهنجي تقرير پوري ڪرڻ تي زور ڏنو ۽ نازي حڪومت جي هن سڀ کان اهم ظالمانه قلعي ۾، نازي اسٽينوگرافر هن جي سموري تقرير نوٽ ڪرڻ تي مجبور ٿيا.

”آءٌ چيڪوسلاويڪيا جي ريپبلڪ ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾، داخل ٿيس، ڇو جو آءٌ سرمايداري نظام کي برداشت ڪرڻ لاءِ هرگز تيار نه هوس. منهنجو پختو اعتقاد آهي ته هن جنگ کان پوءِ نئون دور شروع ٿيندو. سو پنهنجي هم وطنين جي مدد ڪرڻ لاءِ زير زمين ڪارروايون شروع ڪيون، ته جيئن اسانجي ملڪ تي قبضو ڪندڙن ظالمن ۽ ساڻن سهڪار ڪندڙ چيڪ قوم جي غدارن کي به ملڪ مان تڙي ڪڍون دراصل منهنجي ذهن ۾ ان کان به گهڻو ڪجهه وڌيڪ هو. جيڪڏهن اسان جي سموريءَ جدوجهد کان پوءِ، آزاديءَ ماڻ بعد، حڪومت وري به انهن ماڻهن جي هٿ چڙهي، جيڪي منهنجي قوم جي هن مصيبت لاءِ ذميدار آهن ۽ جن ظاهري طرح وڏين دعوائن جي باوجود ١٩٣٨ع ۾ ملڪ سان غداري ڪئي آهي، ته

پوءِ اسان جي سموريءَ جدوجهد توڙي بيشمار قربانين جي ڪابہ معنيٰ ڪانہ رهي. اها هڪ نهايت افسوس جهڙي ڳالهہ ٿيندي، جو آزاديءَ کان پوءِ بہ اهي ئي پراڻا سياستدان ۽ چيڪ عوام جو رت چوسيندڙ پيهر طاقت ۾ اچن. ٻين لفظن ۾، اسان جي زير زمين انقلابي سرگرمين جو مقصد اسان جي عوام لاءِ حقيقي آزادي حاصل ڪرڻ ۽ مستقبل ۾ چيڪوسلوويڪيا کي سوشلسٽ مملڪت بنائڻ لاءِ تياري ڪرڻ آهي."

فرزلر جو منهن لال ٿي ويو ۽ هو ڪاوڙ وچان ڪنبي رهيو هو. هن زمين تي پير هنيا ۽ واڪا ڪيا. فوچڪ هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ پنهنجو آواز بند نہ ڪندي ۽ پنهنجو ڪنڌ اوچو رکندي، جڏهن جي منهن ۾ گهور سان نهاريندي، هيئين چيلنج ڪيو:

"اوهان پنهنجي طرفان منهنجي لاءِ سزا پڙهي ٻڌايو، يقين اٿم تہ ان ۾ هڪ ماڻهوءَ جي موت جو اعلان ڪيو ويندو. پر ٻڌي ڇڏيو تہ منهنجي طرفان بہ اوهان کي سزا ڏيڻ جو اڳي ئي اعلان ٿي چڪو آهي. انهيءَ سزا جي فتوا سڄيءَ دنيا جي انسانن جي خون سان لکي وئي آهي، يعني فاشزم لاءِ موت! سرمايدارانہ سرشتي لاءِ موت ۽ انسانذات لاءِ زندگي! ۽ ڪميونزم لاءِ مستقبل!...."

٢٦ آگسٽ تي فوچڪ کي برلن جي اتر اولهہ پسگردائيءَ ۾ پلوتزينسي قيدخاني ۾ آندو ويو. رواجي

طرح سوت جي سزا تي عمل ٿيڻ کان اڳ، ڏک سو ڏينهن لاءِ قيدين کي هتي رکيو ويندو آهي. پر فوچڪ جي معاملي ۾ نازي وڏيءَ تڪڙ ۾ ٿي ڏٺا. هڪ دستاويز ۾، جرمن سيڪريٽري آف اسٽيٽ، ڊاڪٽر راٿن برگر، جو فيصلو ڏنل آهي، جيڪو جرمن جي اعليٰ سرڪاري وڪيل ووڪ کي مليو. اهو دستاويز ٧ سيپٽمبر تي، پلوترينسي جيل جي ڪمانڊنٽ آفيسر کي پهچايو ويو. ان ۾ لکيل هو ته "فوچڪ جي سزا بنا دير عمل ۾ آندي وڃي."

٧ سيپٽمبر جي شام جو فوچڪ کي جيل جي ٽئين نمبر بلاڪ ۾ هڪ ڪوٺيءَ ۾ آندو ويو، جتي سوت جي سزا تي عمل ٿيڻ کان اڳ، قيدين کي رکيو ويندو آهي.

ٿوريءَ دير کان پوءِ سپريم ڪورٽ جي سرڪاري وڪيل نوبل، فوچڪ جي ڪوٺيءَ ۾ اچي، اعلان ڪيو ته:

"جرمن حڪومت جي فيصلي موجب آءٌ قانون جي نالي ۾ اعلان ٿو ڪريان، ته جولس فوچڪ تي پاس ٿيل سزا، ٨ سيپٽمبر صبح جو سوير، چار لڳي پنجاهه منٽن تي، عمل ۾ آندي وڃي." فوچڪ پنهنجي سوت جي سزا جو اعلان ٻڌندي، بنا ڪنهن پريشانيءَ جي هڪدم ورائيو:

"اوهان جي جرمن حڪومت وڏيءَ تڪڙ ۾ آهي.

هن کي ڊپ آهي ته شايد هڪ سو ڏينهن کٽي سندس خاتمو نه اچي وڃي. اوهان سڀني انهيءَ پريشاني ۾ آهيو ته متان سڀني قيدين کي سزا ڏيڻ کان اڳ ۾ ئي روسي فوجون برلن ۾ پهچي، اوهان جو موت نه آڻين."

صبح جو فوچڪ کي قاسيءَ ڏانهن وٺي وڃڻ لڳا، ته هن وڏي آواز ۾ ڳائڻ شروع ڪيو. نازين هڪدم هن جي وات کي ڪٽي ٻڌو. مگر ٽئين نمبر بلاڪ ۾ پين قيدين اهو راڳ ٻڌي ورتو، ۽ هو زور زور سان ڳائڻ لڳا.

پانڪريڪ جيل واري زماني ۾، فوچڪ هڪ هنڌ لکيو هو ته "نغمن کان سواءِ به زندگي ڪانهي- جيئن سج کان سواءِ زندگي نه آهي." انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته فوچڪ جي جذبو، هڪ اهڙو غيرمعمولي جذبو آهي، جيڪو ڪڏهن به مري نٿو سگهي. هو هڪ هنڌ لکي ٿو:

"مون زندگيءَ سان محبت ڪئي آهي ۽ ان جي حسن کي وڌائڻ لاءِ ئي جنگ جي ميدان ۾ آيو آهيان."

اهو جنگ جو ميدان جتي فوچڪ فاشي دردندن سان لڙندي پنهنجي جان ڏني، ۽ اڄوڳڏ اتي انسان ذات لاءِ هيئين لفظن ۾ هڪ پرجوش ۽ لازوال پيغام ڇڏي ويو:

"هموطنو! مون هميشه مظلوم عوام سان محبت ڪئي آهي، اوهان ان جي دشمنن کي ڪڏهن به معاف نه ڪجو!"

———

# فوچڪ جي حياتيءَ بابت مختصر نوٽ

ليکڪ: اسٽيفن جولي

1939 کان 1945ع تائين، جنگ واري عرصي، ڪيترا اهم دستاويز وجود ۾ آيا، ضايع ٿيڻ کان بچائي ورتا: جيڪي شايد سولائيءَ سان هميشه لاءِ ناس ٿي وڃن ها. اجا به گمان آهي ته ڪي اهڙا دستاويز هجن، جي اسان تائين پهچي نه سگهيا. هيءَ خوش قسمتيءَ جي ڳالهه آهي ته فوچڪ جو لازوال مسودو، جيڪو هن پانڪرا قيدخاني ۾ لکيو سو چند انهن مسودن مان آهي، جيڪي سلامت رهجي ويا آهن.

نازين تي فتح حاصل ڪرڻ کان ڪجهه وقت پوءِ، هي مسودو پڻ ايني فرانڪ ۽ پيٽر موئن جي ڊائرين وانگر هڪ اهڙو دستاويز ثابت ٿيندو، جيڪو ايندڙ ڪيترين ورهين تائين انهن مشڪلاتن ۽ مصيبتن جي ياد ڏياريندو، جيڪي جنگ جي زماني ۾، هڪ غيرملڪي طاقت هٿان انفرادي طور ڪيترن مردن، عورتن، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين، برداشت ڪيون.

هي دستاويز اسان جي زماني جا آهن— ڪردار مختلف آهن ۽ انهن لکيتن ۾ انساني تجربن کان وڌيڪ ظلم ۽ دٻاءُ هيٺ پسجندڙ بهادر انسانن جي همت، حوصلي ۽ خود قربانيءَ جا حيرت انگيز خاڪا پيش ٿيل آهن.

ظالم در ھنڌ ساڳيو آھي ۽ جتي جتي ھو پھچي ٿو، ۽ جنھن بہ ملڪ تي سندس حڪمراني ٿئي ٿي، اتي ھڪڙي نئي قسم جي دھشت، ظلم ۽ ڌھڪاءُ ڦھلائي ٿو. پر محڪوم ۽ ظلم جو شڪار عام انسان ذات، سڀڪجھہ برداشت ڪرڻ جي باوجود بہ ھڏيءَ ۽ اتحاد بجاءِ رنگ، نسل ۽ مذھب جي ڪري ڇڙوڇڙ ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

ايني فرانڪ ھڪ خوش مزاج غير ذميندار، حساس ۽ گھري نظر رکندڙ نوجوان ڇوڪري آھي، جا پنھنجي قلم جي وسيلي ڪھاڻيءَ کي اھڙيءَ چٽائيءَ سان پيش ڪري ٿي، جھڙي ھوند ڪو منڍو افسانہ نويس لکي سگھي. ٻئي طرف پيٽر موئن آھي- انتھائي مايوس ۽ دلشڪستہ، بيمار ۽ اداس. دنيا ۾ بالڪل اڪيلو، جنھن جا جرمنن سان مقابلي وارين سمورين سرگرمين سان لاڳاپا ٽٽي چڪا آھن ۽ ڏاڍيءَ تڪليف سان ڇڻ پنھنجي خدا سان ملڻ جون راھون پيو ڳولي، مگر ملنس نٿيون ۽ ٻئي طرف جولس ڦوچڪ خوش مزاج. ھو ايني فرانڪ وانگر غير ذميندار يءَ بجاءِ گھري نظر رکندڙ ۽ حساس آھي ۽ ھن ڪان وڏيڪ پختو، باشعور مجاھد جنھن جو پنھنجي مقصد ۾ پختو يقين آھي ۽ پنھنجي ھم وطن مردن ۽ عورتن لاءِ نھايت گھرا جذبا سانڍي ٿو، اھي ٽئي رپورٽر، پنھنجي، پنھنجي زندگيءَ جو داستان ٻڌائين ٿا. اھڙيون زندگيون، جڪي مصيبت واري دور سان

گذري آيون آهن. انهن مان هرهڪ جو پنهنجو اثر آهي. سندن زندگيءَ جي هرهڪ ورق ۾ هڪ هڪ اکر ۾ هڪ عظيم ليکڪ جو ڪردار محسوس ٿئي ٿو. انهن مان هرهڪ پورهيت عوام کان اهو سوال پڇي ٿو: توهان ته هوند ائين نه ڪريو ها، جيئن مون ڪيو؟" انهن مان هرهڪ جي اندر جو نچوڙ پڌرو ٿئي ٿو. انهن مان هرهڪ پنهنجي انسان پائرن ڏانهن ليکڪ جي لاڙي جو عڪس پيش ڪري ٿو. انهن مان هرهڪ پنهنجي انقلابي سائين ڪسي اهڙيون تدبيرون ۽ همتون ٻڌائي ٿو، جي هرهڪ انقلابيءَ کي زنده رهڻ ۾ مدد ڏين ٿيون.

انافرنڪ وٽ سندس نوجوانيءَ ۾ زندگيءَ لاءِ تڙپ آهي، پر سوئن وٽ تيز ذهن ۽ پنهنجي اندر جي چنڊ چاڻ ڪرڻ جي وڏي قوت آهي؛ ۽ جولس فوچڪ وٽ وري قربانيءَ جو جذبو، زندگيءَ سان پيار، بي‌پناهه همت ۽ اٿاهه حوصلو آهن.

هت اسين اهي تشبيهون ڇڏي، هن تخليق جو ذڪر شروع ڪري سگهون ٿا. هڪ اهڙي تصنيف، جنهنکي سرد جنگ جي آيل ديوارن سببان ڪميونسٽ دنيا کان ٻاهر مقبول ٿيڻ جو موقعو نه مليو آهي. هت اهو ٻڌائڻ نامناسب نه ٿيندو، ته اوڀر يورپ، سوويت يونين ۽ چين ۾ هن تخليق کي تمام گهڻو پسند ڪيو ويو آهي. جنگ کانپوءِ جيڪيون به ادبي تخليقون شايع ٿيون آهن، تن ۾

هن تصنيف جي اشاعت سيني کان وڏيڪ آهي.

هيءَ تصنيف ٦٥ ٻولين ۾ ڇپجي چڪي آهي ۽ جيڪا جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ ٻولين ۾ شايع ٿي رهي آهي. چيڪوسلاويڪيا ۾ هن تصنيف، اشاعت جا سورا رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا آهن. ڪميونسٽن جيڪو سوت جي منهن ۾ انساني سورهيائيءَ جي عظيم ڪردار ادا ڪرڻ جو فقط هيءُ ئي هڪ مثال نه، پر ڪميونسٽ ادب ۾ سورهياءَ سان مقابلي ڪرڻ وارين عظيم آڪاڻين ۾ شمارجڻ سان گڏوگڏ هن ڏرتيءَ کي رهڻ لائق بنائڻ لاءِ انساني جدوجهد جي تاريخ جو اهم باب آهي، انهيءَ ڪري هن تصنيف کي هڪ سورهه ۽ اڻل ارادي واري انسان جي سرگذشت سمجهي پڙهڻ گهرجي.

.... .... ....

جيل ۾ لکيل هيءُ داستان جيتوڻيڪ مختصر آهي. تنهن هوندي به گذريل جنگ وقت چيڪوسلاويڪيا ۾ زير زمين تحريڪ جي صورتحال کي نهايت چڱيءَ طرح پڙهندڙن اڳيان پيش ڪري ٿو. هن شاهڪار جو پڙهندڙ پراگ سان ٿيندڙ انقلابي سرگرمين کان پوريءَ طرح واقف ٿي ويندو ۽ چيڪ قوم بابت به ڪافي معلومات ملندي. اهو به ممڪن آهي ته هن تصنيف پڙهڻ کانپوءِ جولس فوچڪ جي هن کان اڳين سالن واري زندگيءَ بابت معلومات حاصل ڪرڻ جي خواهش پيدا ٿئي. يعني چيڪ عوام جي هيءُ محبوب ۽ سورهيه ساٿي

ڪٿي پيدا ٿيو؟

هيءَ ڪل مڪ سورهيه شخصيت دشمنن سان مقابلي شروع ٿيڻ ڪان اڳ ڪهڙي نموني زندگي گذاري هئي؟ باقي عوام اڳيان هڪ صحيح اڳواڻ جي حيثيت ۾ سندس شخصيت ڪيئن آسري؟ جنگ ڪان اڳ هن پنهنجي ساڪي عوام جي زندگي لاءِ ڇا ڪيو؟ بهرحال فوچڪ جي زندگيءَ بابت مٿين سوالن مان ڪن جي جوابن ڏيڻ جي هيٺين ڪوشش ڪجي ٿي:

جولس فوچڪ سال ١٩٠٣ ۾، پراگ شهر جي هڪ صنعتي علائقي ۾ جائو هو. پڻس رڪ جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو هو ۽ ڊرامن ۾ راڳ جو پارٽ ادا ڪندو هو. ماڻس وري سڀڻ ۽ پرت جو ڪم ڪندي هئي. سندس چاچي کي ٻه جولس فوچڪ سڏيندا هئا. هن دوراڪ جي استاديءَ هيٺ موسيقيءَ جو فن سکيو ۽ پوءِ پاڻ ڪيترين لوڪ ڌنون ناهيائين. سندس موسيقي برطانيه ۾ چڱي مقبول آهي ۽ بي بي سي تان هلڪن پروگرامن ۾ شامل ڪئي وڃي ٿي. فٽ بال ڏسندڙ ماڻهن ۾، سندس اها ڌن، جنهن ۾ فوجن جي پيش قدميءَ جو اظهار آهي، گهڻي مقبول آهي.

نوجوان فوچڪ کي راڳ ۽ موسيقيءَ سان پيار ورثي ۾ مليو ۽ خاص ڪري ٿيئٽر جي ڪم ۾ وڏي هوشياري، جنهن اڳتي هلي سندس زندگيءَ تي وڏو اثر وڌو. هو اڃا ايڏائي ورهين جو معصوم ٻار هو

جو پهريون پيرو اسٽيج تي آيو.

جولس اڃا ڏهن سالن جو هو، ته سندس خاندان پاسن ۾ اچي لڳو، ۽ ٻئي سال ملڪ ۾ لڙائي شروع ٿي ويئي. سندس پيءُ اسڪودا ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو هو. جولس رات پالي وقت هميشه پيءُ جي ماني آڻيندو هو، ان ڪري ننڍي هوندي ئي جولس کي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن جي زندگيءَ جي خبر پئجي ويئي. جنگ جي ڪري مزدورن جي بک ڏک جو ته ڪيس مڪيءَ طرح پتو پيو. هڪ پيرو هن ڏٺو ته هڪ فوجي لاريءَ مان ڊبل روٽيءَ جا ٽڪر چوري ڪندڙ ٻارڙن کي، فوجين گولين سان ختم ڪري ڇڏيو هو.

ٻارهن ورهن جي عمر ۾، هن اخبار نويسي شروع ڪئي، ۽ پاڻ ايڊيٽر ٿيو. سندس پهرين ننڍڙي رسالي جو نالو "سلووان" هو، جو اسڪول واريءَ زندگيءَ ۾ شايع ٿيو هو. ان ۾ ويئانا مان جاري ڪيل سرڪاري پڌرائي، ڏيساري جون خبرون، سماجي حالتن تي تبصرا، هڪ ادبي صفحو ۽ ٿيئٽر ۽ راندين جون خبرون، ۽ اشتهار ڏنل هئا.

انهيءَ پهرينءَ ڪوشش مان ئي ظاهر ٿي ويو ته فوچڪ جو لکڻ جو طريقو بلڪل صاف ۽ انسان دوستيءَ وارو آهي. جنگ جي وقت جون حالتون ۽ اصل 'نالي' هيٺيون مضمون، "سلووان" جي پهرين پرچي مان کنيو ويو آهي:

”انهي ۽ ڊبل روٽي تي راشن سببان ڀانسين ۽ ٻين
هنڌن تي ڇڪي پيچيدگي پيدا ٿي آهي. مٿين توڙي هيٺين
طبقن جون عورتون ٻاهر گهٽين ۾ وڏي آواز راشن تي
بحث ڪري رهيون آهن، ۽ ڪي روئي به رهيون آهن.“

”ڇا، روئڻ جو به ڪو سبب آهي“؟

”هائو، انهن ماڻهن وارو ڪٽنب زنده رهي! وڏيءَ
عمر وارا ته ويلو به ڪاڏي ڪانسواءِ به گذارو ڪري
سگهن ٿا، پر ٻارڙا ته اسڪولن مان موٽڻ تي جڏهن
ڊوڙي پنهنجين مائرن کي چنبڙندا ۽ چوندا آهن: اما، اما،
بک لڳي آهي! ماني ٽڪر ڏيو!، تڏهن امڙ ويچاري
ڇا ڪري؟ ٻانهنو ٿا ته دوءَ ائين ڪو چوندي: ”نه، آءٌ تو کي
ماني نه ڏيندس!“ هرگز نه! هوءَ ڪڏهين به ائين
ڪانه ڪندي، بلڪ پنهنجي ڊبل روٽيءَ مان وڏو ٽڪر
وڍي پنهنجن ٻچڙن کي ڏيندي، پوءِ ڀل پاڻ ڪيترن
ڏي ويلن جي بکايل ڇو نه هجي!“

ان کان پوءِ فوچڪ ٻيا به ڪيترا رسالا ڪڍيا،
انهن رسالن ۾، فوچڪ جي مضمونن مان پڙهندڙن کي
زندگيءَ جي مسئلن کي منهن ڏيڻ ۽ مشڪلاتن سر
ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ جي تڙپ ظاهر ٿئي ٿي. هن
نيلپڻي ۾ ئي پنهنجي اڳيان هڪ وڏو مقصد رکيو، ۽
۽ سورهين ورهن جي عمر ۾ هڪ مضمون ۾ لکيائين ته:
مون کي خوشي فقط اخلاق جي اعليٰ معيار تي
ڏسڻ ۾ اچي ٿي. پر ڪير انهيءَ اعليٰ معيار تي پهچي

سگهي ٿـو؟ تنهن ڪري انـهـيءَ معيار تي پهچڻ جي ڪوشش ڪندي، اميد اٿـم ته آخر آءٌ خـوشي ڪـي ڳولـي هٿ ڪندس پـر هيئنر آءٌ سوچيندي سوچيندي ڏالسٿاء جي انهيءَ اعليٰ اصول تي پهتو آهيان ته انسان لاءِ حقيقي خوشي ڪم ۽ فقط ڪم ئي آهي!"

هو اڃا اسڪول ۾ ئي پڙهندو هو ته هڪ طنزيه رسالي، "نيبوسا" ۾ مضمون لکڻ شروع ڪيائين. انهيءَ رسالي جا ايڊيٽر، جي. ايس- مچر ۽ ڪارل ڪاپيڪ هئا، جيڪي جديد چيڪ ادب ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. هن ان وقت هڪ فرضي نالي سان رسالي ڏي هڪ مضمون موڪليو، جيڪو فوري شايع ڪيو ويو. رسالي وارن ڪيس پنهنجيءَ پوري ائڊريس موڪلڻ لاءِ لکيو. فوچڪ پنهنجي ائڊريس ۽ نالو موڪليو ۽ ان ڪانپوءِ فوچڪ باقاعدگي سان انهي رسالي ۾ لکندو رهيو. نيٺ اهو وقت آيو، جو جي، ايس- مچر، جولس فوچڪ کي پراگ ۾ گهرائي، رسالي جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني، جو مچر کي فوچڪ جي مضمونن جي طرز ۽ خيال ڏاڍا وڻيا. فوچڪ پراگ شهر جي پراڻي حصي ۾، مچر جـي گهر پهتو ۽ گهنٽي وڄايائين. مچر پاڻ در تي آيو، پر در کولڻ تي ڏٺائين ته ڦاٽل پتلون ۽ پراڻي فوجي قميص ۾ هڪ ڇوڪرو بيٺو آهي. سمجهيائين ته فقير آهي ۽ کيسي ۾ هٿ وجهي خيرات ڏيڻ لاءِ ٻه ٽي پئسا ڪيڻ لڳو. فوچڪ سمجهي ويو ته ڳالهه ڇا

آهي. پر هو مان ڪيو بيٺو رهيو. جڏهن ايڊيٽر صاحب فوچڪ جي همٿ تي خيرات جا پئسا رکڻ لڳو، تڏهن فوچڪ ڪلنديءَ وراڻيس: سمجهان ٿو تم ڪا غلطفهمي ٿي آهي. اوهان تہ مون کي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ ڪم ڪرڻ جي دعوت ڏني هئي." مڇر ٿورو سنجهي پيو، ۽ فوچڪ وٽان ڪيس اهڙيءَ ثابتي ڏيڻ جي ضرورت محسوس ٿي. جڏهين جولس فوچڪ پنهنجي سچائپ لاءِ لکيل ادبي شاهدي پيش ڪئي، تڏهين وڃي ڪيس هڪدم ايڊيٽوريل بورڊ ۾ وڏيءَ خوشي سان شامل ڪيو ويو.

فوچڪ پڙهندو تمام گهڻو هو ۽ ڪتاب سندس زندگيءَ جي ضرورت جو هڪ اهم جز هئا. ۱۹۱۹ع ۽ ۱۹۹۲ع جي وچ ۾، هن جيڪي ڪجهہ پڙهيو، تنهن جو تفصيلي رڪارڊ اڄ بہ سلامت آهي. اهو رڪارڊ ڇهہ سو صفحن جو آهي. ان ۾ فوچڪ هر انهيءَ ڪتاب جو تجربو ڪيو آهي، جيڪو سندن نظرن مان گذريو آهي. ان مان سندس ادبي شوق، سندس شعور جي قوت ۽ گهرائي ظاهر ٿئي ٿي. هن چيڪ ادب جو تمام گهڻو مطالعو ڪيو، ۽ گڏوگڏ انگريزي، فرينچ، روسي، آمريڪي ۽ جرمن ادب جي بہ ڪيس چڱي ڄاڻ هئي. فوچڪ انگريزي زبان جي اديبن مان شيڪسپيئر، شيلي، بائرن، آسڪروائيلڊ، ڪپلنگ، برنارڊشا، ۽ ايڇ- جي ولس جي لکڻين جو گهرو مطالعو ڪيو. هن ۱۹۳۸ع ۾، پنهنجي نئين ذهن جي شروعات واري دور تي نظر وجهندي

لکيو آهي، تہ جڏهن آسپاس نظر ورائي ڏٺم، آءُ جنگ
جي زماني ۾ وڏو ٿيس تڏهن محسوس ڪيم تہ هن
دنيا ۾ ڪا وڏي خامي موجود آهي، جنهن سببان زندگيءَ
جا ڳولائو انسان، پنهنجي مرضيءَ نہ هوندي بہ مجبور
ٿي هڪ ٻئي سان وڙهن ٿا. ٻين لفظن ۾ ڪٽي چئجي،
تہ مون معاشري تي نڪتہ چيني شروع ڪئي، ڪتاب
۽ ٿيئٽر منهنجي زندگيءَ جو وڏو ۽ اهم حصو رهيا.
مون انهن کي ڦلهورڻ شروع ڪيو. ڪتابن کي
ڦلهوريندي انهيءَ نتيجي تي پهتس تہ ڪي ٿورا ڪتاب
سچ ڳالهين ٿا، باقي اڪثر تہ بنهہ ڪوڙ تي سندرو
ٻڌيو بيٺا آهن، تہ ڪي وري بنهہ انڌا ٻوڙا آهن. مون
فيصلو ڪيو تہ مون کي هيءَ ضرور اپيل ڪرڻي پوندي
تہ ڪنهن بہ ڪتاب کي ڪوڙ ڳالهائڻ يا انڌو ٻوڙو
ٿيڻ نہ گهرجي. دنيا کي بهتر بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ
۾ مون حقيقت جي انهيءَ اظهار کي پنهنجو فرض سمجهيو.
اهڙيءَ طرح مون ڪتابن ۽ ٿيئٽر بابت فقط تنقيدي نگاهہ
سان لکڻ شروع ڪيو.

پر، فوچڪ اهڙو ماڻهو نہ هو، جيڪو پاڻ کي
رڳو لکڻ جي عمل تائين مطمئن رکي سگهي. سماجي
انصاف لاءِ سندس سيني ۾ اٿاهہ تڙپ، هم وطن غريب
عوام سان ويجهائپ پيدا ڪندي، کيس، زندگيءَ جي
بهتر بنائڻ لاءِ جدوجهد ۾ سرگرم حصي وٺڻ ڏانهن
جهڪي ويئي. ڪافي دلچسپين ۽ بي پناهہ دماغي قوت

جي باوجود، هن پنهنجي سموري قوت جدوجهد دوران عوام مان ئي حاصل ڪئي. اهو عوام جنهن مان پاڻ پيدا ٿيو ۽ جن جي ڏکن سورن ۾ نڪيڙن ڪان ئي پاڻ پائيوار ٿيڻ لڳو، يعني ڇيڪ سزدور ۽ خاص ڪري شهري مفلس عوام، هو شروع ڪان ئي جيڪي ڪجهه لکندو هو، تنهن مان عوام سان ويجهڙائي ڏسڻ ۾ ايندي هئي. عوام سان خيالن جي ڏي وٺ جو سندس اهوئي، طريقو هوندو هو ۽ هن انهيءَ مقصد لاءِ اخبار کي استعمال ڪيو هو "قاسي جي تختي تان" جي مهاڳ ۾ اٺويهين صديءَ جي ڇيڪ اديب، جان بروڊا، فوچڪ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته: اخبار جيڪا زندگيءَ جي اوڻاين کي ظاهر ڪرڻ جو بهتر وسيلو آهي، هو اخبار رستي ئي عوام جا جذبا پيش ڪندو هو، کين دلداري ڏيندو هو ۽ سنجهن همت ۽ حوصلي پيدا ڪرڻ لاءِ نئون روح ڦوڪيندو هو. پيو اهڙو ايڊيٽر شايد مشڪل ملي، جنهن اخبار کي پنهنجي اعليٰ انساني جذبن ظاهر ڪرڻ لاءِ، بيباڪيءَ سان استعمال ڪيو هجي، جنهن نموني جولس فوچڪ استعمال ڪيو. هو هڪ عظيم اديب ۽ اعليٰ صحافي هو ۽ سندس قلم سچي چمار عوام جي دشمنن جي خلاف مضبوط تلوار جيان وهندو رهيو. سندس اڪثر ڇپيل ڪتاب اخبارن ۾، شايع ٿيل مضمونن جا مرتب ڪيل مجموعا آهن. انهن کي فقط اخباري مضمون چوڻ، ڪنهن به طرح مناسب نه آهي.

فوچڪ جي هميشه اهائي خواهش هوندي هئي، تہ عوام ۾ سجاڳي آڻڻ کان سواءِ ڪوبہ پل لکڻ کان واندو نہ رهجي. پر پوءِ جڏهن اڳتي هلي عوام دشمنن خلاف موثر عملي ڪارروايون ڪرڻيون پيون، تڏهن فوچڪ هڪ بهادر سپاهيءَ جيان، دشمنن سان هر محاذ تي وڙهندو رهيو.

جيڪڏهن فوچڪ جا مضمون فقط وقتي اهميت جا حاصل هجن ها تہ، ويهہ سالن کان پوءِ ڇپجڻ بعد سندن ۾ ڪابہ ڪشش نہ رهي ها. حقيقت هيءَ آهي تہ اهي مضمون هڪ نرالي خصوصيت جو ادب آهي. هن دور جي چلي‌ءَ جي هڪ وڏي شاعر پبلونرودا، لکيو آهي تہ "اسين هڪ اهڙي دور ۾ رهون پيا، جنهن کي ادب ۾ هڪ ڏينهن 'فوچڪ جو دور' سڏيو ويندو. تاريخ ۾ شايد ڪنهن بہ اديب جي تصنيف ۾ ايتري سادگيءَ ۾ ايڏي وڏي سچائي پيش نہ ٿي آهي، جيڏي جولس فوچڪ جي لکڻيءَ ۾ آهي."

فوچڪ بعد ۾ سياسي سرگرمين ۾ گهڙي پيو. ياد رهي تہ سندس وطن ترقيءَ جي انتهائي مشڪل مرحلن تي هو. بوهيميا، قديم زماني ۾ هڪ وڏي بادشاهت هئي، پر بوهيميا تي ۳۰ سالہ جنگ جي شروعات سان بدقسمتي ڇانئجي وئي. جڏهن ۱٦۲۰ع ۾، مقيد جبل جي لڙائي ايندڙ ٽن سئو سالن لاءِ ملڪ جي قسمت جو فيصلو ڪري ڇڏيو، تڏهن بوهيميا آسٽريا جو غلام ٿي ويو.

پهرين عالمي لڙائيءَ وقت، اوڀر روسي ۾ انقلاب آيو، جنهن
سڀني قومن لاءِ "خودارادیت" واري حق جو مطالبو
ڪيو ۽ اولهه ۾ اتحادي ملڪن اعلان ڪيو، ته چيڪ
۽ سلواڪ قومن جي پوري آزادي قائم ڪرڻ، سندن جنگي
مقصدن ۾ شامل آهي. انهيءَ کان پوءِ چيڪ ۽ سلواڪ
قومن محسوس ڪرڻ شروع ڪيو، ته سندن سڀ کان
عزيز خواهشون پوريون ٿي سگهن ٿيون. چيڪوسلاويڪيا
اندر، جيئن پوءِ تيئن گهڻا مظاهرا ٿيڻ لڳا، جن جي
ڪري لڙائي جي ٻن محاذن تي وڙهندڙ هزارين چيڪ
باشندن ۾ نوان جذبا پيدا ٿيا. هنن اتحادين کان اها
ڳالهه مڃرائي ته، چيڪوسلاويڪيا هڪ اتحادي ملڪ
آهي. ان بعد چيڪوسلاويڪيا جي مدبرن جي ڪوشش
کي وڏي همٿ ملي. اهڙي هڪڙي مظاهري ۾ ١٠ سالن
جو جولس، پهريون ڀيرو سياسي جدوجهد جي ميدان ۾
آيو. جيڪو يوم مئيءَ جي موقعي تي غير قانوني نموني
ڪيو ويو.

ڪجهه سالن کان پوءِ فوچڪ لکيو، ته ٢٨ آڪٽوبر
١٩١٨ع تي هڪ ماڻهو شاگردن ۽ مزدورن جي ميٽنگ
۾ ڊوڙندو آيو ۽ چيائين ته پراگ ۾ جمهوريه چيڪوسلاويڪيا
قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي. ان علان اسان
۾ زبردست جوش و خروش پيدا ڪيو. ميٽنگ اٽڪل
اڌيءَ رات تائين هلي مون گهر موٽندي محسوس ڪيو
ته هڪ ٻن دوستن کي ننڊ مان اٿاري خبر ٻڌايان، انهن

مان هڪ سوشل ڊيموڪريٽ هو، جيڪو هن واقعي جي اهميت سمجهڻ لاءِ تيار نه هو. هن سوال ڪيو ته ”اسانجي آزاديءَ جو ڪنهن اعلان ڪيو آهي؟ ۽ نئين آزاديءَ جو اڳواڻ ڪير آهي“؟ فوچڪ جو چوڻ آهي ته مونکي سخت گهٻراهٽ ٿي. ته ڇا، اِها سڄيءَ قوم لاءِ آزادي نه هئي؟،

اها ڳالهه ٻولهه اهميت واري هئي، ڇاڪاڻ ته انجو سندس سوچ ۽ ويچار تي گهڻو اثر پيو ۽ ايندڙ سالن ۾ جيڪي ڪجهه لکيائين؛ تنهن مان اڪثر شين کي، سمجهڻ لاءِ هڪ پرک ڪسوٽي آهي. سال ٻن کانپوءِ ١٩٢٠ع ۾، هو سوشل ڊيموڪريٽ پارٽيءَ جي کاٻيءَ ڌر ۾ ڪم ڪرڻ لڳو ۽ جڏهن ١٩٢١ ۾ چيڪوسلاويڪيا ڪميونسٽ پارٽي ٺاهي وئي، تڏهن هو، پارٽيءَ جي بنياد وجهندڙ ميمبرن مان هڪ هو.

تعليم واري زماني ۾ به هو کاٻيءَ ڌر جي اخبارن ۾ مضمون لکندو هو. فوچڪ جا اهي شروعاتي سال به سرگرمين سان ڀرپور هئا. اخبارن ۾ مضمونن لکڻ جي ڪم سان گڏوگڏ کيس ڪجهه شلنگ ڪمائڻ لاءِ به رستا ڳولڻا پيا، ته جيئن يونيورسٽيءَ ۾ تعليم جاري رکي سگهي. کيس مضمونن جو اجورو بلڪل ٿورو ملندو هو.

هن پيٽ گذر لاءِ، پينسلن جي اشتهارن جو ڪم شروع ڪيو، پر ان ڌنڌي ۾ گهڻو وقت ڪين رهيو.

هن جڏهن پينسان جي اشتهارن لاءِ گهٽين ۾ نڪرندو هو، تڏهين ماڻهو گهيري ويندا هئس ۽ جيڪڏهين ڪو واقف ماڻهو ملندو هوس، ته ڏنڊي ڪي وساري ان سان سوشلزم ۽ چيڪ ادب تي بحث شروع ڪري ڏيندو هو.

هڪ ٻئي موقعي تي هڪ دڪاندار، هن کي پاڻ وٽ نوڪري ڏيڻ تي راضي ٿيو. فوچڪ تي اها ٻڌوڻي هئي، ته هو گراهڪن کي گهربل سامان گهر پهچائي ڏئي، پر نوڪري تي چڙهڻ کان اڳ جڏهن دڪاندار پڇيو ته "هن کان اڳ ڇا ڪندو هئين؟" تڏهن فوچڪ کيس ٻڌايو ته "يونيورسٽي" ۾ فلسفو پڙهي رهيو آهيان" فوچڪ جو ائين چوڻ دڪاندار جي اکين اڳيان جڻ ته ڪارا ڪڪر اچي ويا، ۽ هن نوڪري ڏيڻ جي آڇ هڪدم واپس ورتي.

يونيورسٽي ڇڏڻ کان پوءِ، فوچڪ حڪومت جي تعميراتي کاتي جي هڪ آفيس ۾ ڪم شروع ڪيو. پر سندس اها نوڪري به جٽادار ثابت نه ٿي، ڇاڪاڻ ته اتي ڪم ڪندڙ مزورن جي ٻيڙائيءَ ۽ هڙتال ڪرڻ لاءِ همٿائڻ تي، کيس نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو. هو پوءِ رستي تي ڪم ڪندڙ مزدورن سان گڏجي ڪم ڪرڻ لڳو ۽ هر ڇنڇر تي پراگ ۾ وڃي. "سوشلستا" ۽ "پرامين" رسالن لاءِ ٿيئٽر تي تبصرا لکندو هو.

١٩٢٥ ۾ هو ٻين ٻن ڄڻن سان گڏ "انوات گارڊ" جو ايڊيٽر مقرر ٿيو ۽ اهڙي نموني پوريءَ طرح ان

ڏنڌي ۾ گهڙيو. آتي هن پنهنجو چڱو نالو پيدا ڪيو،
ساڳئي سال ”روديپرادو“ نالي هڪ روزانه اخبار ۾
ٿيئٽر بابت مضمون ۽ تبصرا لکڻ شروع ڪيائين، ۱۹۲۷ع
کان ۱۹۲۹ تائين. هو رسالي ”ڪمين“ جو ايڊيٽر هو
۽ ۱۹۲۷ع کان وٺي هو هڪ مکيه نقاد جي حيثيت ۾
لکندو رهيو. ان بعد ”توريا“ نالي هڪ رسالي جو
ايڊيٽر ٿيو ۽ جنگ وارن سالن جي برک نقاد،
ايف ايڪس سالڊ، سان گڏجي ڪم ڪيائين. هن اتي ڪم
ڪندي، ٿوري ئي عرصي ۾ ظاهر ڪيو ته منجهس
هڪ ئي وقت گهڻن رسالن جي ايڊٽ ڪرڻ جي وڏي
قوت ۽ صلاحيت آهي. جڏهن نازين سندس ملڪ تي
قبضو ڪيو، تڏهن هو ساڳئي وقت ۾ ۹ زير زمين
نڪتل اخبارن ۽ ڪيترا رسالا ايڊٽ ڪندو رهيو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪـري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بِہ ڪُـوڙو آهـي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽِـائيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعـو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نـہ ڪـئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جـو ٿيندو. اِهو ڪـم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تـہ ڀلي ڪمـائي، رُڳـو پَـنَ سان اُن جو ڪـو بہ لاڳاپـو نـہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجههَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو پوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيکي به ڪٺين، جيکي به ڪٺين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نـہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)